



# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورهه· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

# پيروز فقير جو ڪلام

محمد سومار شيخ

٥-٠٠ ١٩٧٣ع

ٿڙ انڊس سوسائٽي، بدين سنڌ

# مهاڳ

"پيروز فقير جو ڪلام" پيش ڪري رهيو آهيان. هن بزرگ جو ڪلام روايتن وسيلي مليو آهي. جيئن ته ڪي راوين کي اڳوڻي زماني جون روايتون ڪڪرن سان مليون آهن، تنهن جو اثر ڪلام تي به پيو آهي، تڏهن به ڪٿوريءَ جي خوشبوءِ پنهنجي مهڪ قائم رکيو ويٺي آهي.

اهو ڪلام جن راوين جي مهربانيءَ سان مليو آهي انهن جا حوالا مناسب جڳهين تي ڏنا ويا آهن. انهن مڙني راوين: محمود فقير، خان محمد، عالم خان ڏونڊاڻي ۽ پاڻ محمد موسيٰ جو ڪٿي حاجي غلام علي سيٺ دربانو سل جا وڏا احسان جن انهيءَ ڪم ۾ سات ڏنو محترم شمس الدين ميمڻ صدر لاڙ ادبي سوسائٽيءَ جا وڏا احسان جنهن هر ڪتاب طباعت جي زيور سان سينگاريو پاڻ هاءِ بخش ٽالپر "اجنبي" جون وڏيون مهربانيون جنهن ڪتاب جي پروفن ۽ ڇپائيءَ جي صحت ڏانهن وڏو ڌيان ڏنو انهن سڀني جي سات هٿ جي ڪري آءٌ انهن جو دل و جان سان ٿورائتو آهيان. اميد ته بزرگن ۽ سائين جا اهي وڙ هميشه ٿيندا رهندا.

سنڌيءَ جو چاڪر
محمد سومار شيخ
١٢—٦—١٩٦٣ع

لاڙ ادبي سوسائٽي،
بدين سنڌ.

# ٻہ اکر

پيروز فقير، موڻين سنڌي شاعريءَ ۾ ڪنهن وڏي شاعر جو نالو ڪونهي: هي درويش، مشهور شاعر شاه عبدالڪريم بلڙي واري (۱۵۳۸-۱۶۲۲ع) جو معتقد هو. سندس نالو شاه ڪريم جي مريدن ۾ موجود هو، پر سندس ڪلام جو پتو ڪنهن کي به نه هو. لاڙ جي شاعرن تي کوجنا ڪندڙ منهنجو دوست محمد سومار شيخ وري انهن ماڻهن مان آهي، جن کوجنا ڪندي جهر جهنگ، وسيون واهڻ گهمندي اصل ٻاڪين جي پاڻن تان هي ڳن پٽي هٿ ڪيو آهي. پيروز فقير جي پوين مان محمود فقير مان شيخ صاحب جا ڪي مارڪا ٿيا ۽ ايڻن هي بيت قلمبند ٿيا.

شيخ صاحب ڪي جهر جهنگ گهمي سنڌي شعر توڙي سنڌ جي تاريخ جو لڪل ۽ لڪيل مواد هٿ ڪرڻ جو جنون آهي. آءٌ ان معاملي ۾ سندس ساراهيندڙن ۾ آهيان. خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو هن صاحب جي جنون جا نتيجا ادبي سوکڙين جي صورت ۾ پڙهندڙن وٽ پهچندا رهن ٿا. منهنجي اس آهي ته شيخ صاحب جو هي جنون سلامت هجي.

عبدالجبار جوڻيجو
معتمد پروفيسر سنڌي شعبو

سنڌ يونيورسٽي
۱۸-٦-۱۹٦۳ع

# وَرڪا

جڏهن ڪان ڪتابي دنيا ۾ داخل ٿيو آهيان انهي وقت کان لاڙ جي عظيم اديب محمد سوار شيخ صاحب جو نالو ذهن تي اڪريل اٿم. شيخ صاحب جيڪا علم ادب جي خدمت ڪئي آهي انهيءَ جي بدولت ادب جي تاريخ ۾ سندس نالو سونهري اکرن ۾ لکيو وڃي ته بجا ٿيندو

پيروز فقير جي باري ۾ شيخ صاحب جيڪا جاکوڙ ڪئي انهيءَ جو ڪجهه قدر آئون خود اکين ڏٺو شاهد آهيان هڪ ڪتاب خاص طور تحقيقاتي ڪتاب لکڻ وقت جيڪا محنت مشقت ڪرڻي پوي ٿي تنهن جو مونکي تڏهن قدر پيو، جڏهن شيخ صاحب سان مونخودڪافي ولڙ وڙيا ۾ سيمن جا سفر ڪيا.

منهنجي ذاتي راءِ اهي ته شيخ صاحب جو هي ڪتاب ٻا ٻا ڪتاب جيڪي هن سخت محنت ڪري لکيا اهن سي سنڌي ادب ۾ بي بها خزانو ثابت ٿيندا.

شيخ صاحب هيستائين انڪل سوا ٻه ڪتاب لکي چڪو آهي جنهن مان ناهموار مالي حالتن جي ڪري فقط ٣٦ ڪتاب ڇپائي سگهيو آهي

مون کي سندن قلمي نسخن ڏسڻ جو به شرف حاصل ٿيو آهي سندن سنڌي ٻولي جي باري ۾ لکيل تحقيقاتي شهڪار پڙهڻ سان سرڪاري خرچ تي پليل اديبن جا لکيل ڪتاب ڦڪا پيا اگهن ۽ اقربا پروري ۽ درباري ادب ايترو ته سستو ٿي پيو آهي "جو اگهيو ڪانو ڪچ" وارو قصو وڃي ٿيو آهي





ڪڏهن درباري ادب ۽ ادبي اقربا پروري ختم ٿيندي ۽ سنڌ جو علم دوست طبقو مالڪ مڃالندو! جڏهن اهو دور ايندو تڏهن شيخ صاحب جي ڪتابن ڇپائڻ لاءِ گورنمنٽ ۽ پبلشر قطارن ۾ بيٺل هوندا

سنهنجي تمنا آهي ته يا ته اهڙو دور اچي جو شيخ صاحب جا لکيل ڪتاب پبلشر يا گورنمنٽ شايع ڪرائي يا وري شيخ صاحب ۾ ايتري وسعت ٿئي جو هو اهو وڏو ڪم پنهنجي همٿ سان سر انجام ڏي

محمد موسيٰ جوکيو

٢٣ — ٥ - ١٩٧٣ ع





# پيروز فقير جي پاڻ ڏان ڦيرو

۱۹۶۸ع ۾ جڏهن ٻجار نونڌاڙ ۾ ساڻن ملاقات ٿي هئي، ان ڏينهن کان اهو خيال پيدا هو ته، پيروز فقير جو احوال هٿ ڪجي منهنجي سائي محمد موسيٰ جوکيو جيڪو يونين ڪائونسل ڪڙيو گهنور جو سيڪريٽري آهي، ان تي اهو بار رکيو هوم ته، پيروز فقير جي لاءِ معلومات مهيا ڪندڙ ماڻهو هٿ ڪري ڀاءُ جوکئي اهو ڪم منهنجو ساٿي ڪامو ۽ محمود فقير ۽ ٻيا دوست هٿ ڪيائين

آخر ۲۴—۱۲—۱۹۷۲ع تي ڀاءُ محمد موسيٰ ساڻ گڏجي پيروز فقير جي پٽن ڏنهن پنڌ پهاسون رات جو يونين ڪئونسل ڪڙيو گهنور ۾ رهياسون اتي غلام شاه نظاماڻي، غلام حسين نظاماڻي ۽ ٻين بزرگن ساڻ ملاقات ٿي، محمود فقير نظاماڻي متعلق ڪافي ڄاڻ ملي خود ڀاڳاري صاحب خليفي محمود جي جي ملفوظات زيارت لاءِ لاءِ ڏني جيڪا نورمحمد ٻني صاحب آسان سنڌي ۾ ترجمو ڪئي هئي انهيءَ ۾ خليفي محمود جا الفاظ قلمبند ٿيل هئا خليفو محمود

متعلق ڪافي ڄاڻ ملي. صبح جو ڀاءُ غلام حسين نظاماڻي، جنهن کي اتي جي ڪافي معلومات هئي، جنهن کي اٺ پوڪ ورهين "انسائيڪلو پيڊيا" چوڻ لڳو هوس، سو اسان جي رهبري ڪري اسان کي "اوڍ" جي دڙي ولي هليو. هي دڙو ڪڙني کهنور کان ميل اولهه طرف هو زمين کان ٨-٩ فوٽ مٿي هو.

اهو دڙو سمن جي ڏينهن جو آباد ٿيل هو سگ جي ڳالهين تان "اوڍ" واري دڙي وارن ڪندر واري دڙي وارن سمن جو تڪرار ٿيو. ڪندر وارن سمن گابا کهڙ ۾ پاريا ۽ اوڍ واري دڙي وارن وري .گ لاءِ ڪندر وارن کي سڏي، چني ۾ پهي بارود وسيلي مارايو ۽ اهي سمن جا شهر دڙن ۾، سمن جي ڏينهن ۾ تبديل ٿيا

اوڍ جي دڙي مان بچيل سمان "سونڊباري" وارا سماڻ ملڄن ٿا، پيروز فقير انهن کي ڳايو آهي اهي شهر اسان پريل ڏٺا ۽ اڄ هرڪو انهن ماڳن کي اوڍ جو دڙو ۽ ڪندر جو دڙو مٿي ياد ڪري ٿو

اوڍ جي دڙي جي پر سان ۽ ڪندر دڙي مٿ، پنجاين

پنهنجا گهر اڇي اڏيا آهن ۽ هيٺ اهـــي انهن دڙن تي جاگير
آهن جيڪي قوم پنهنجو پاڻ ۽ وڏهي پنهنجي طاقت وڃائينديون
آهن انهن جي زمين جا بسيا وارث ٿيندا آهن

اوڏ جي دڙي جي اولهه تان جاکري جو دڙي جي زيارت ڪئي سون اهو دڙو زمين
کان ٧٠ ڪ فوٽ مٿي هو ۽ بار بار ڦٽو هو منهنجو اندازو آهي ته انهي
تي ٥-٦ دفعا نوان شهر ٺهيا هئا ۽ انهي کي ڦورو قوم ختم ڪئي
کيو جاکري دڙي جي پڙ سان پٿر هو قديم وهڪرو موجود هو
۽ پراڻو گاجيا واه انهيءَ شهر جي وچ مان ٿي لنگهيو هوندو
تي اني اگهڙي درياءَ ڪري ياد ڪيو ويو ٿي

غلام حسين اتان هڪ واڻڙو کي ڇڏي ڏني ته صبح جو
پيروزائين مان ڪڙني گوهر ۾ ڪو ماڻهو جي اسان سان ملي ته سٺو آهي

ٻي ڏينهن (٢٥—١٢—١٩٧٢) محمد عالم نونڊاڻي اسان
وٽ ڪڙني گوهر ۾ آيو ۽ پاڻ سڀ پيپي اسار کي حسن لاکاڻي
جو قبرستان ڏيکاريائين ۽ انڪان پوءِ انيس مهيريءَ سان ملاقات ٿي
جنهن سان گڏجي محمود فقير نونڊاڻي سان مليا سون ۽ پيروز فقير
جون روايتون حاصل ڪيون اخر رات جو خيرو نونڊاڻيءَ جي

ڪوٽ ۾ رهي صبح جو سوار ڪرڻي ڪنوهر پهتاسون ۽ جيڪو ڪجهه مواد مليو هو ان لاءِ يادگيريءَ لاءِ نوٽس ورتاسون ۽ شام جو حاجي غلام علي نظامانيءَ سان گڏجي سندس ڪوٽ اچي رهياسون

صبح جو عيسيٰ جو دڙو ۽ واٽ ۾ هڪ اڻ معلوم دڙو ڏسي ڪورياڻيءَ ۾ پهتاسون هي پنڌ پڇرا انهيءَ لاءِ ورتا ويا ته دڙن جي معلومات سان گڏ پيروز فقير جو ڪو بيت ڪٿان ملي ته سٺو آهي ڪورياڻيءَ جو دڙو رئيس گهرام خان جي ڪوٽ جي ڀر سان هو ان دڙي مان لڌل سڪا ١١١١ هه جا ۽ گوتم ٻڌ جو پتلو اڄ جي اني ۽ ٻيو سامان حاجي غلام علي جي مهرباني سان حاصل ڪري امام واه جو ڪنارو ڏيئي مگرٻن جو دڙو ۽ ڪاڪي جاڻي جو دڙو ڏسي رات جو ڊيڊرڪي ڳوٺ ۾ رهياسون اتان صبح جو اچي مرزاپور ۽ اسيلي جي دڙن جي خاڪ آڪين ۾ پائي ڪراچي بدين روڊ تي پهتاسون اتان غلام حسن نظاماني گهوڙا وٺي واپس ٿيو ۽ اسان ٢٨–١٢–٢٧ تي گهرٽ بدين پهتاسون

هن کهڻ ڦرڻ ۽ انهنجي آرام ڦٽائڻ ۽ سائين کي تڪليف
ڏيڻ جو مطلب اهو هو ته تاريخ ۽ ادب جو ڪو نه ڪو حوالو
ملي يا پراڻي ياد زماني جي لٽ مان ملي ته حاصل ڪجي انهي
مقصد لاءِ هي سفر ٿيو هو ۽ اهو خيريت مان ۲۹.۱۲.۱۹۷۲ع
تي پورو ٿيو

انهي سفر مان جيڪي شيون لڌيون هيون انهي جي تاريخ
۱۷.۱.۷۳ع تي لاڙ ادبي سوسائٽي پدين طرفان نمائش ڪئي
وئي انهي نمائش جي صدارت حاجي غلام علي نظاماڻيءَ ڪئي
واري ۽ افتتاح پورهيت رهنما ڪامريڊ علي احمد جوڻيجي ڪيو
سليم سنڌي استاد منظور حسين "منظور" الله جڙيو جڙيل
محمد صديق "سرهو" ۽ ٻين جلسي کي خطاب ڪيو ۽ پروز
جي ٻين جي ساراهه ۽ ثنا ڪئي اها نمائش پدين جي اخباري نمائندن
استادن شاعرن ۽ دانشورن سڄو ڏينهن ڏٺي ۽ هن نمائش کي دانشورن ساراهيو

جيئن ته انهن ڏڻن جو ذڪر ڌار ڪتاب ۾ ڪيو ويندو
تنهن ڪري هن صحبت ۾ انهي جو تمام مختصر ذڪر ڪيو
ويو آهي جيئن پيروز جي سر زمين ذهن تي رهي ۽ پيروز فقير

جنهن جو ذڪر هني ڪري رهيا آهيون، ان جي وسنئن ۾ وسندي
۾ ذهن تي ڪجهه نه ڪجهه خاڪو جڙي، انهيءَ لاءِ پڙهندڙن
کي قديم وقت جي ياد لاءِ ٿوري تڪليف ڏني وڃي ٿي آهي
جيتوڻيڪ انهن ڏڻن گهڻي وقت جيڪو به وڏي چمار جو بزرگ
يا سگهوڙ ڪڍيو ٿي، انهيءَ ڪان پيروز فقير متعلق پڇا ڪئي ويئي
ٿي، پر احوال ڪڙني گنوهر، جاڪري جيسي دڙي جي پر سان
محمود نونڊائي ۽ عالم نونڊائي ڪان ٿي ساي سگهيو وڌيڪ جي ڪٿان
احوال مليو ته، پيروز فقير جي اڳوري ۽ اڌوري سوانح حيات تي
وڌيڪ روشني پئجي سگهندي. اسان مڙني مچ پاريو آهي اميد ته
ها آڳ اڳتي هلي اها ڪندي اڃامي ڪو نه ويندي مونکي
پروسو اهي ته، اسان جي لاڙ هو هي عظيم بزرگ زماني جي لٽ
سان نڪري، اسان وٽ پنهنجي مڙني جلون سان ظاهر ٿيندو.

## راوي ۽ ماخذ

پيروز فقير جي احوال ڏيڻ ڪان اڳ انهن روايتن ۽ ماخذن
جو ذڪر ڏيڻ مناسب ٿو سمجهان، جن جي سهاري سان هن
بزرگ جو احوال پيش ڪري سگهيو آهيان:

## ٻچار نونڊائي

هن سان ١٩٦٨ع ۾ ملاقات ٿي ان وقت سندس اوستا ٥٢

سال هئي پاڻ ڏهين ورهيه ۾ ويهه ورهيه ۾ ايڪ ڪولاڙهي روڊ تعلقه
ٽنڊو محمد خان ۾ رهندڙ آهي پيروز فقير لاءِ هي شادي راوي آهي

## محمد عالم نونڏائي

۱۹۷۲ع ۾ محمد عالم ولد محمد صديق نونڏائي ويٺل ڪوٽ مير محمد نونڏائي سان ملاقات ٿي ان وقت پاڻ ۵۵ سالن جو هو پاڻ جن روايتن جو راوي آهي مصنف تائي سان بيان ڪيون ويون آهن

## محمود نونڏائي

ڊسمبر ۱۹۷۲ع ۾ محمود فقير سان ڏيٺ ٿي جڏهن ان وقت ۱۱۴ ورهين جو هو پاڻ پيروز فقير جي اولاد مان هو جنهن ٻڌايو ته پيروز فقير جي ڪيڙ سان ۲۰-۲۲ گهر ٿيا آهن جن بزرگ پيروز فقير متعلق ڪافي ڳالهيون ٻڌايون

## خان محمد آڪڙي وارو

خانمحمد پٽ لاکو ذات مهيري رهندڙ آڪڙي عمر اٽڪل ۳۱ سال ساڻس لاڙ ادبي سوسائٽي ٻدين ۱۹۷۲ع ۾ ڀاءُ محمد موسيٰ جوڻيجي جي معرفت ملهو هن بزرگ ڪسي جيڪي روايتون ياد

ميون ئي هن وڏيءَ دل سان وسڌايون انهن سڀني راوين جو آءٌ دلي طرح شڪر گذار آهيان

# ماخذ

(١) "راوي روايت تو ڪري"

(٢) "ڪلام مرڪان شيخ"

[٣] "بيت ورندو" ۽ [٤] سنڌي ادبي مختصر تاريخ" جي صحب پنڌي جا لکيل آهن انهن ۾ فيروز فقير جو احوال ملي سگهي ٿو

مگر راوين جو آءٌ ٿورائتو آهيان انهن سر چشمن مان سيراب ٿيو آهيان ۽ فيروز فقير جو احوال ڏيئي سگهيو آهيان جي ڪنهن راوي انهيءَ سڳوري ذڪر ۾ واڌ ڪئي ته انهيءَ جو ذڪر وڏي پاٻوهه سان ڪيو ويندو

ساهتيه جو چاڪر

محمد سومار شيخ پدين

١٢—١—١٩٨٣ع

ميون بي هن وڏيءَ دل سان وڌايون انهن سڀني راوين جو آءٌ دلي طرح شڪر گذار آهيان

## مآخذ

(۱) "راوي روايت ٿو ڪري"
(۲) "ڪلام مرڪاني شيخن"
[۳] "بيت ورندو" ۽ [۴ سنڌي ادبي مختصر تاريخ" جي صفحي پنڌي جا اڪيل آهن انهن ۾ ڦيروز فقير جو احوال ملي سگهي ٿو

مٿين راوين جو آءٌ ٿورائتو آهيان انهن سڀ مٿمن مان سيوا ٿيو آهيان ۽ ڦيروز فقير جو احوال ڏيڻي سگهيو آهيان ٻي ڪنهن راوي انهيءَ سڳوري ذڪر ۾ وانم ڪسڻي ته انهيءَ جو ذڪر وڏي پاٻوهه سان ڪيو ويندو

ساهتيه جو چاڪر

محمد سومار شيخ بدين

۱۴—۱—۱۹۷۳ع

# پيروز فقير جي سوانح حيات

پيروز ڀٽ وارو ٽونڊالي رهندڙ اڪڙي تعلقي ٽنڊو محمد خان پنهنجي وقت جو مشهور شاعر ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي.

پاڻ مارو ماڻهو هو مال چاريندو ۽ سڄو سارو ڏينهن گذاريندو هو. سندس ابتدائي زندگي پوري روشني ان جي نه ملي آهي پر شاه عبدالڪريم بلڙائي ۽ شاه عنات صوفيءَ جهڙن بزرگ جون ملاقاتون ۽ ڪچهريون اهڙي زماني هوندي به روايتن جي وسيلي اسان تائين پهتون آهن ۽ سندس ڪي بيت، جيڪي روايتن کي وجها آهن. سي به مليا آهن، جنهن مان سمجهي سگهجي ٿو ته هي بزرگ وڏو شاعر ۽ ڪامل انسان هو ۽ ڪافي ڪلام چيو هوندائين، پر زماني جي لٽ اهو اسان کان کسي ورتو آهي البت سندس ڪجهه بيت روايتن جي سهاري ملي سگهيا آهن اهي غنيمت سمجهي اڳين تي رکيا اٿئون ۽ هن بزرگ جي هر ڪنهن ڳالهه کي اهميت ڏيئي اڀاريو ۽ اجاريو ويو آهي، جو ته، سنڌي ادب جي پوئين لٽيل بقايا مان ملندڙ موتي آهي. زماني جي لٽ

مان جيڪي ٻه را موتي مان مٿي ٻڌايا آهن پر سنڌي ادب ۾ تاريخ ۾ ڪٿي آهن

## پيروز فقير جا وڏا

پيروز فقير ذات جو "نونڌاڻي" هو اها ذات هتن تي طالب سمي جي پرچي ڪان پوءِ ٻئي سمن جي ڏينهن ۾ جڏهن سهر جبل (هب ندي) جا لاشاري جيڪي ٻاڻ ڪسي "مهري" سڏائيندا هئا مي سنڌ ۾ آيا ته طالب سمي انهن کي پنهنجي جاگير ۾ رهايو طالب سمون ان وقت سمن جي ٻاران انهيءَ لشڪر جو وس وارو هو جيڪو پروچ خاندان اتان آيو هو اهو طالب سمي جي حصو ۾ هن ريت ٻڪ ڌجي ويٺو

[١] "بڪراڻي" ڪاڪجاڻيءَ جي پر سان [ موجوده تحصيل چاڪر خان]
(٢ "نوداڻي" آڳڙيءَ جي شهر ۾ [" " " فيضو )
٣ بجار وارا ور واه جي پر سان ( " " " محمد عالم)
٤ 'ونڪاني' ديهه ملوڪپور ۾ (" " " حاجي محمد)
٥ 'ڪيسراڻي' سنوڙي واه جي پر سان (" " " " سوڍو)
٦ 'شهزاداڻي' چوهتيءَ جي ويجهو (" " " " " وليو)
٧ 'دستاراڻي' ڏيءَ جي پر سان (" " " " حاجي عالي)

اهي پيروز فقير جا مٿ مانٽ هئا جيڪي سمن جي ڏينهن

...ند پر آيا ۽ هت اچي سنڌي ٿي رهيا پيروز فقير جا وڏا اڪيڙي اچي رهيا هئا انهيءَ ڪري هن بزرگ جنم اڪيڙي جي سر زمين تي ورتو

# ولادت

روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته هن بزرگ کي شاه عبدالڪريم وڏي ڄمار سبب ۽ تصوف طرف لاڙ هجي ڪري وڏي عزت ڏيندو هو هوڏانهن شاه عنات صوفي به هين وٽ يعني ابو هو انهي مان هي بزرگ وڏي ڄمار جو ۽ وڏي عزت جي لائق ڏسڻ ۾ اچي ٿو شاه عبدالڪريم بلڙائي ٩٤٤ هه پرچاڻو هو جيئن ته پيروز فقير شاه ڪريم کان به اڳ جو هو انهي ڳالهه کي ڪٿائڻ خاطر ڪٿي تخمينو يا اندازو ڏجي ته فقير شاه عبدالڪريم کان رڳو ڪٿي ٥ سال وڏو هجي ته به هو وڏو ليکبو هوندو ته اڳي وڏي نندي جي ڏاڍي عزت رکبي هئي نندا وڏن کي احترام جوڳو شمار ڪندا هئا انهي ڪري چار ڏينهن کو وڏو هوندو هو ته اهو وڏو ليکبو هو وڏو مائٽ برابر شمار ڪبو هو اڄوڪي وانگر ننڍا وڏي ڄمار واري جا صاحب ڪو نه هوندا هئا پيروز فقير ان جان به ڪٿي شاه ڪريم کان وڏي ڄمار

جڏهن ته ٿي سگهي ٿو، ۾ اندازو آهي ته، ۽ سال کان وڏو

ڪو نه هوندو ۽ شاه ڪريم هن جو چار ڏينهن وڏي هٿ جي

ڪري هن بزرگ جو احترام رکندو هو اندازو آهي ته، انهيءَ

حساب سان پيروز دفن ۹۳۹ هه ڌاري جانو هوندو ۽ پنهنجي والد

وزو يا وريام جي اکين جو تار بنيو هوندو پيروز فقير جڏهن

اکون کوليون هونديون، تڏهن سنڌ ۾ سنڌين ۽ ارغونن جي

لڙائي جا پڙاڏا هن جي ڪن تي پيا هوندا ۹۵۳ع ۾ شاه حسن

۽ همايون جون جيڪي واڇڪن ۽ جون ۾ چڪريون لڳيون

هونديون انهي جي اثر کان پاڻ بچي ڪو نه سگهيو هوندو

پنهنجي ڳوٺ اکڙي جون يادون سندس ذهن تي اڀريون

هونديون ۽ سمن ۽ سومرن جي اوج جو وقت سندس خيال ۾

گهميو هوندو، ارغونن جيڪي وسنديون سڃيون ڪيون هيون

اهي ڳالهيون اکيان اڳيون هونديون ۽ سنڌ مان جيڪي خاندان

ارغونن جي ڇورن جي گهوڙن جي ڦر کان متاثر ٿي هندستان ويا

هوندا اهي ڳالهيون هريون هونديون ڪنهن نه ڪنهن بزرگ جي

وفات تي هو پنهنجي ابائي قبرستان ڪاٺ پائڻ تي ويو هوندو

۽ اتي ڏٺا ڏسي هن ڪي ارغون ۽ مغلن جهڙا قورو آکين اکيان

ڦري آيا هوندا سندس ڳوٺ جو اپرندي تان ڪجهه ميل مفاصلي

ٿي جوڻ جي کيس جي ڏڪار کان بچڻ هوندي ۽ اتي امتازن جنگين کي به وساري نه سگهيو هوندو ۽ ڪنهن منڍي بزرگ وٽ دينيات جا سبق وٺي، پڪو قوم پرست ٿيو هوندو ۽ اهڙي وٽ وٺان ۽ ڪڪ جڪان جي زندگي ۽ گهاريندي ٻاروتڻ جلدي جوانيءَ ۽ پير پاتو هوندانسين.

# جوانيءَ جي وهي

جوانيءَ جي وقت هوڻ، فتح باغ، جاڪرا، سر مچ، ڪوربالي ۽ مگريا وغيره شهر جيڪڏهن آبادهئا، ٿي سگهي ٿو ته پيروز فقير ڏٺا هجن اهي شهر سندس ڳوٺ کي ويجهڙائي وارا ئي هئا انهن لاءِ يقين سان ڪجهه چئي نٿو سگهجي البت ٻاڙيءَ سان فقير جو نينهن هو جو ته شاه ڪريم جو تصوف جو درياءَ هو ان جو پاڻ مستانو هو، پاڻ پهون ڇاربندو هو ۽ اڏيون سنڀاليندو هو ڪيو ڪاهو ڳذر سفر ڪندو هو

جمعان جمعي پلوڙ ڏکهي تي چڙهو ٻاڙي شريف ويندو هو شاه ڪريم سان روح رهاڻ ڪندو هو جمعي نماز پڙهندو هو

# پيروز فقير جي ڀيڻ گوهران

پيروز فقير جي ڀيڻ گوهران وڏي بزرگ ۽ الله واري هئي ميون حسن علي ڪاجيا واه وارو ڀاڻن سان سڳ تان نه ڏهڻ ڪري لڏي ڌار ٿي ويٺو پيروز فقير جو ميون حسن احترام رکندو هو علي بخش شاه پوء ونس ملڻو آيو ته حسن علي ملڻ جي نه ڪئي تنهن ڪن ناراض ٿي چيو ته "اڄ تو تي ڪو نه اڏيو" حسن علي شاه جي وفات ڪان پوء سڄ ته انهن ڪنهن ڦري ڏاهين ته ڏٺو پوي اخر مائي گوهران بندگي ۽ آڪر سٺي ويٺي تان جو تبو لهي ويو حسن علي شاه وارا ان ڏينهن ڪانءِ پيروز فقير جي گهر جا ميحتاڻو ٿيا اڄ به ڪجهه نه ڪجهه پيروز فقير کي حسن علي شاه وارا ڏن ڏيندا آهن اهو گوهران جي اعلي درجي جي ڪري ٿي سگهيو گوهران پيروز فقير جي ڀيڻ هئي ۽ ڀٽل عورت هئي رياضت ۽ عبادت ۾ بيبي رابع بصري جي مٽ هئي ٻاڻ قرآن پاڪ جي ياد حافظ هئي پنهنجي ڀاءُ جي پران ڪاڻ ٻانهڻ ۾ ارامي آهي پيروز فقير کي پنهنجي ڀيڻ تي ۽ حافظ گوهران کي پنهنجي ڀاءُ تي بجاه طور فخر هو

## ٻوڳين وٽي

پيرو فقير ارغونن ۽ ترخانن جو اوچ اکين ساڻ ڏٺو — هن جو روحاني پيشوا شاه ڪريم ١٠٣٠ هه ۾ گذاري ويو. ان وقت سندس عمر لڳ ڀڳ ٩١ ورهه هوندي.

ان کان پوءِ پاڻ بلڙيءَ تان ڀيرو ڀڄي ڇڏيائين ۽ ڪڏهن اگڙي طرف تہ، ڪڏهن سونڊياري پاسي گاجيا واه جا ڪنارا يا اگڙي درياءَ جا پاسا وٺيو مال پيو چاريندو هو. ڪيس ڪل مت پت ڏانار ڏنان ڪيس هڪ ڀيڻ به هئي جيڪا قرآن پاڪ جي ياد حافظ هئي. جڏهن تہ سندس ڀيڻ قرآن پاڪ جي ياد حافظ هئي تہ، پاڻ بہ ڪجهه پڙهيو هوندو، پر اهڙو اشارو اسان کي راوين کان ڪو نہ مليو آهي. پاڻ وانگر اهي بہ مارو ماڻهو ٿيا جوڻ پيٺ جهنگل وٺ، تن جو غاريبو گذر هوءِ سو سيٽ چڱي هيس.

جڏهن ١٠٦٥ هه ۾ شاه عنات صوفي ڄائو ان وقت پاڻ ١١٢ ورهن جو معمر بزرگ هو. شاه عنات صوفي جوانيءَ جي عمر ۾ بزرگن ۽ پير پاسي وارن عالمن سان مناظرا ڪرڻ لڳو

۽ شڪ ۽ اضطراب جي واديءَ ۾ گذاريندو هو ۽ پوءِ هو برهانپور ۾ مخدوم عبدالملڪ وٽ ۽ دهليءَ ۾ مخدوم غلام محمد کان علم حاصل ڪري لڌائين ۽ پوءِ جهوڪ ۾ اچي رهيو جتي بلڙيءَ وارن ۽ ٻين جي اک جو ڪنڊو ٿي پيو. نيٺ ١١٣٠ هه ۾ شهيد ڪيو ويو.

جيئن ته سندس ابتدائي زندگي اضطرابي زندگي هئي، انهي وقت ڏاري يعني انڪل روءِ ٢٠ ورهن جي ڄمار ۾ هو گهوڙائي سان مقابلي ڪرڻ لاءِ هالا جي پاسي ويو ۽ انکي پنهنجي ڪاني سان ڪمائيائين. ۽ پوءِ گهوڙائي جي ماءُ جڏهن پيروز فقير جي لاءِ چيو هوس تڏهن ڏوري اچي پيروز فقير کي ڏٺائين

ان وقت پيروز فقير انڪل روءِ ١٣٦ ورهن جي ڄمار جو هو. اسان جيڪي راوين اهو ٻڌايو آهي ته "پيروز فقير ڪرامت سان پروڙيو ته شاه عنات اچي پيو. تنهن ڪري هو رلين ۾ لڪي ويٺو" پر آءٌ سمجهان ٿو ته، ان وقت پاڻ ضعيف العمر هوندو ۽ هنڌ تي آرامي ٿيو ستو پيو هوندو جنهن کي همراهن پوءِ رلين ۾ لڪڻ تائين وڃي پهچايو آهي راوي هي رڪا ڳالهه وڌائيندا آهن تيئن

هي ڳالهه به وڏي وڏي ٿي آهي.

١٣٦ ورهيه عمر وڏي ڄمار آهي پر هن خاندان جي ٦ پيڙهي ۾ محمود فقير مون ١١٤ ورهن جي عمر جو اڪين سان ڏٺو اهي جو ڇگو سيٽ وند آهي تڏهن وٽهان ٿو ته، ١٣٦ ورهن ۾ پيروز فقير جي جامرد ۽ همت پريو نه هوندو. ته به پنهنجي منت محتاجيءَ وارو هوندو ۽ آرام سان رلسين هيٺ الله الله ڪندي پيو وقت گذاربندو هوندو.

شاه عنات صوفي سائين منظري لاءِ جوش ڏيکاريو. پر پيروز فقير زماني جا جوش ڏسي آيو هو ۽ شاه عنات صوفيءَ جي متن ڪان به واقفيت رکندڙ هو خود عنات، لڙي وارن جي خلاف هو جيڪي پيروز فقير جي روحاني مرڪزجي حيثيت رکندڙ هئا.

پر جيئن ته پوئين ۾ شاه ڪريم وارا متبرڪانه ارڪان نه رهيا هئا انهي جي خلاف پيروز فقير وڃي نٿي سگهيو باقي زيارت بند ڪري ويٺي هئائين— پر شاه عنات انهن غير شرعي ڳالهين جي خلاف جو جهنڊو بلند ڪيو ته پيروز فقير پريءَ ۾ سنڌس آڻ مڃي ۽ ڪيس حق تي ليکيو ۽ شاه عنات سان ڪو به

مقابلو ڪو نه ڪيو ۽ کهوڙائي جي ماڻهن جنهن بزرگ ڏانهن صوفي صاحب کي موڪليو هو، اهو بزرگ صوفي شاه عنات جو ني ويو ۽ شاه عنات کان دعا به ولي ويو

اندازو آهي ته شاه عنات صوفي ۽ پيروز فقير انڪل روءِ ١٠٧٥ هه ڌاري امهون سامهون ٿيا هوندا ۽ هڪ ٻئي کي سمجهيو هونداٿون

راوِن جي روايت مان پتو پوي ٿو ته پيروز فقير ١٥٠ ورهين جي ڄمار ۾ وصال ڪيو. اگر اها ڳالهه صحيح آهي ۽ اسان جا اندازا صحيح آهن ته پوءِ سندس وفات ١٠٨٩ هه يا ١٠٩٠ هه ڌاري ٿي هوندي ٻي ليکي ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي حڪومت هن بزرگ پنهنجي اکين سان ڏٺي هوندي. ٺٽيان پاڻ پنهجا ست پٽ وڪئين پوءِ ا چڙي ارغونن ۽ مغلن جا رنگ ڏسي وڃي هڪ ٽپي ۾ پڙو ٿيو هوندو

پيروز فقير کان پاڻ اولياءَ ۾ اراسي آهي. نوڏاڻين ۽ ٻين بلوچن ۽ سمائن جو اهو قديم قبرستان آهي.

البت جاڪري جي ڀر سان حسن لاڪائي جو به قبرستان آهي، جنهن ۾ سمات قومون پنهنجا وڏا دفن ڪنديون اچن ٿيون. هينئر ٿوري ٿوري پنڌ تي قبرستان ٺاهيا ويا آهن، ڀر ۾ اڳي گهڻو ڪري پري پري کان پنڌ ڪري، پنهنجن بزرگن جا هڏ آڻيو پنهنجن وڏن سان پورا ڪندا هئا.

هينئر وسيلا به چڱا آهن، پر آرس ماڻهن کي کائي ويو آهي، جيڪو جتي مري، اهو اتي دفن ٿئي. سانوڻ فقير جي ٻول موجب:

”هڪين ۽ پرڏيهن جا کهڙا مڙه مقام.“

پيروزاڻين جا هينئر ۲۰ گهر آهن-پر انهن جا قبرستان ٻه ٻه ٿي آهن- ڪي حسن لاڪائي ۾ آرامي ٿين ٿا ڪي ڪٿي ته ڪي ڪٿي. ڪي ٿورا اهن جيڪي پنهنجي وڏي بزرگ پيروز فقير وٽ، ڪاٺ ٻانيڻ ۾ آرامي ٿيڻ لاءِ پهچن ٿا.

## پوياڻ ورساءِ

پيروز فقير پوياڻ ٻه ورسا ڇڏيا- هڪ اولاد ۽ ٻيو شاعري

پيروز فقير کي ڪل ست پٽ ٿيا. انهن مان الهڏنو وڏو هو. باقي مهرو، فيضو، جمعون، محمود، طاهر ۽ اچار ان کان ننڍا هئا. اسان جو مکيه راوي محمود لونڊالي پيروز فقير کان پوءِ پنهنجو حسب نسب هيٺين ريت وٽي سگهيو آهي:

ورڙ جو پٽ پيروز

پيروز فقير جو پٽ الهڏنو؛

الهڏني جو پٽ جمعون؛

جمعي جو پٽ ميهار؛

ميهار جو پٽ خيرو؛

۽ خيري جو پٽ چتو؛

۽ چتي جو پٽ محمود.

اسان کي محمود فقير ٻڌايو ته هو ۱۱۴ ورهين جي عمر جو هو ۽ پنهنجيءَ سڄي حياتيءَ جي ڪري ڪنهن جو محتاج ڪو نه هو.

اسان جا راوي پنهنجو خانداني شجرو سڄي طرح سان نه ٻڌائي ڪري رڳو محمود فقير جو شجره نسب، محمود کان پيروز فقير تائين هتي ڏنو ويو آهي.

پيروزالي فقير هينئر ڪاٺ ٻانهي، جاکري، ٽيرو لونڊالي ۽ ديهه جي ٻه ٽن ڳوٺن ۾ رهن ٿا. بزرگ پيروز فقير جو اولاد آهن.

پوروزالين کي حڪم آهي ته، ”ڪارو نانگ نه مارين پيروز فقير جو اهو حڪم سندس پوئلڳ پاريندا پيا اچن. اڄ به هو ڪاري نانگ کي هٿ کو نه لڳائين. پوروزالين به هنن فراسين اوٺ جو ان حد ڪمال تي پهتل آهي ۽ اهي فراميون جڳ ۾ داد حاصل ڪري چڪيون آهن.

پيروز فقير جو پيو ورسو، جو پويان يادگار ٿي رهيو، اهو هو سندس ڪلام. پيروز فقير ڪافي ڪلام چيو هوندو، جو ته، اسان کي جيڪو روايتي ڪلام مليو آهي، ان ۾ سندس پختگي ۽ رواني، سندس قادر الڪلام شاعري جا وڏا اهڃاڻ موجود آهن. اسان کي سندس ڪلام روايتن وسيلي ملي سگهيو آهي، تنهن ڪري پهرين پيروز فقير متعلق روايتون ڏيئي پوءِ سندس ڪلام پيش ڪبو، جيئن سندس ڪلام آسانيءَ سان ذهن نشين ٿي سگهي.

هوڙي پختي شاعر جو ڪلام ضرور قلمبند ٿيو هوندو، پر اسان جي راوين کان اهڙي ڪا روايت ڪونه ملي آهي. في الحال جيڪو روايتي ڪلام مليو آهي، سو ئي غنيمت سمجهي گڏ ڪيو ويو آهي.

# سنڌي ادبي تاريخ

۽

# پيروز فقير ڏونڊاٽي

پيروز فقير جا وڏا مسلمان (۱۳۵۰-۱۵۲۰ع) جي ذينهن ۾، سنڌ ۾ آيا. پاڻ مهر جبل کان آيا هئا، جيڪو قديم لحاظ کان سنڌ ۾ شامل هو. انهن بزرگن کي لڏڻ ۽ اڏڻ وقت ڏاڍائپ گهٽ محسوس ٿي، ڇو ته سنڌو تهذيب جهڙو اتي هو. اهڙا هنن هتي ڏٺو. انهيءَ سماج، تهذيب ۽ تمدن سان انهن کي لڳاءَ هو ۽ پنهنجائپ هئي.

پيروز فقير انهيءَ پنهنجائپ ڪري سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ پاڻ هم سان ڪلام چيائين انهيءَ سنڌي ٻوليءَ جو ٿورو ذڪر هيٺ ڪريان ٿو، جنهن سان پيروز فقير کي پيار هو.

# سنڌي ٻولي

سنڌي ٻولي مومن جي ڏڙي کان اڳ سومرن، ڄٽين، (واڻين، هٽين) ميڏن (ملاحن) آسرن (اهيرن، ابيرن) جي ٻولي هئي. اها سنڌ ۾ ٻولي ويندي هئي. دنيا جي ٻهوين رسم الخط رکو سنڌيءَ ٻولي کي هئي. جنهن سان "لام" (ل) لکڻ تان سيمٽڪ قومن "ل" ۽ رومن لکندڙن "L" اکر ورتو. جڏهن دنيا ۾ ڪنهن به ٻولي کي ڪا به صورتخطي نه هئي، جڏهن دنيا جهون پيون

قومون اکوآزيون کهنديون هـــون، تـڏهن سنڌي بولي کي نه رکو رسم‌الخط هئي، پر اُن کي پنهنجي سکيا جو عملي دائرو نه هو ۽ سکيا گهر پر هئا.

سنڌين سان پهريون ٽڪراءُ دراوڙن جو ٿيو، جي ماڻي جهلي رهيا ته دنيا جي وڏي قورو قوم "آريا" سنڌ ۾ سر لڪائڻ لاءِ آئي هام پئي. انهي سان ٿورو وقت هـــلي سنڌين جون لڙائيون ٿيون، جنهن ۾ سنڌ جي سپاهين "اسرن" هارايو. پوءِ آسر يا اهيو يا اپير ايران ۾ ڪيچ ڏانهن هليا ويا. اتي وڃي سنڌي رسم‌الخط ۽ بولي کي ڦهلايائون.

سومرا عراق ڏانهن لڏي ويا. عرب جي پر سان ۽ يونوچ سمند جي اوسي پاسي پٽو ۽ هتي وڃي آباد ٿيا. پنهنجي بولي ۽ رسم‌الخط اهڙي طرح دنيا ۾ ڦهلايائون.

آرين سنڌين جو تڏو پٽيو، ته هـو دنيا لاءِ نعمت ٿي پيا، پر نينڍڙي ڪهوٽ ريءِ (ڪـوش لغت) وارا آريا، جن رسم‌الخط ۽ بولي هتان آهي ورتي اهي پنهنجي ڪتابن ۾ بن کي "ال آريو" سڏي پنهنجي اهميت جتائڻ لڳا.

هوندن ۾ اهو اڻ آريو هو، جيڪو "آريو" ڪو نه هو. پر آرين ٻاهران ڪي هرو ڀرو ڪٽي اڻ هوندي ۾ سونهارو ۽ سگهارو سڏايو. پر جي گهري جانچ ڪبي ته ۹۵ سيڪڙو آرين جي ٻولي سنسڪرت تي قديم سنڌي جا ٺپا لڳل آهن، جي آرين جي چالبازيءَ ۽ بدمعاشيءَ ڪان پوءِ ۾ سنسڪرت ڀاڃ تان لاهي نه سگهي آهي. خود سنسڪرت پوءِ جي ٻولي آهي. اصل آرين جي ٻولي "ديو ڪرت ٻوني" ۰۵ سالن ڪان پوءِ خود آريا ۾ سمجهيو ڪو نه ٿي سگهيا ۽ پوءِ رگويد ۾ سنڌين ڪي ڀٽي برو ۽ ڀلو ڳالهايانون.

اسان جي سومرن، پٽن ۽ هٽين: سيمٽڪ قومن کي ٻولي سماج، رسم الخط ۽ تهذيب ڏنان. اهو سبب آهي جو سيمٽڪ سماج ۾ سنڌو سماج جي جهلڪ نظر اچي ٿي. يهودين، عيسائين ۽ مسلمانن جي سماج تي انهي ڪري سنڌو سماج جو بنيادي اثر آهي اهڙي طرح آرين تي ۾ سنڌيت جا اثر آهن. آرين سنڌومت تان پنهنجو مذهب ڪنيو ۽ ان جا اصول قبول ڪيا ۽ پوءِ آرين جي پوڄارين ۽ آرين جي ڪوڙي پروهتڪندا ۾ اچي آرين کي اتم نه هوندي ۾ اتم مڃيندڙن "سنڌومت" مان ڪنيل "متا" "هندومت" جا متا ليکيا.

انسان جا سنڌي اڄ به سنڌو سماج کي ڀهراڙي ۾ اصليت

سان جيارڻ اچن. سنڌ ڀهراڙي ۾ زنده آهي، شهرن ۾ نه.

ضرورت وڏي هن ڳالهه جي آهي ته، موجوده سنڌو سماج

جو کوسوني سماجن جو تاج آهي، ان کي وري به اڳواڻ درجو ڏيڻ

گهرجي. جيئن نياڻي ستن قرآنن جي برابر ليکجي سگهي

جيئن کير ۽ اڻ پتاري جي سڳورائي مال پڙ ري وانگر تقسڊانهن

وڌي سگهي.

نڍي وڏي جي ادب پيدا ٿي سگهي.

جيئن استاد پيءُ جي برابر ليکجي—

جيئن جيو ۽ جيئڻ ڏيو جي دنيا پيدا ٿئي.

جيئن نيهائي ۾ نينهن پلجي سگهي ۽ ٺڪائـــي ۾ "سنڌوست"

وڌي وڃهي سگهي.

جيئن هڪ ڏينهن هر واهڻ سڄي عمر "جوڳ" جي برابرليکجيسگهي.

جيئن الک جي پوڄا هر چڱائيڪرڻ سهل از خود سمجهڻ گهرجي.

جيئن ڌرتي، پاڻي ۽ وڻ ڀلارا ليکيا وڃن.

جيئن پهاڪا ۽ چوڻيون ۽ ٻول؛ جيڪي سنڌوست جي بقايا آهن،

انهن کي پلائي ۽ چـــڱائي موجب پروڙيو ۽ پرجهيو وڃي—

سنڌوست کي "مذهب" جو درجو ڏيئي جيارڻ جـي معنيٰ ٿيندي

انسانيت جو مذهب جيارڻ.

اڄ به عراق جي سومرن جون تختيون جيڪي سومرن جي ياد قائم رکڻ لاءِ لنڊن ميوزم ۾ پيون آهــن، اهي ثبوت فراهم ڪن ٿيون ته، حــضرت نوح جــي طوفان واري ڳالهه انجيل، توريت ۽ قرآن پاڪ ۾ اچڻ کان اڳ انهن تختين ۾ لکيل آهي. جنهن جو هيرو "جيوسوڌريو" آهي. اها ڳالهه پڻ اهڙيون ڪئين ڳالهيون سنڌ جا ڏڍا ڪوئيا وڃن ته، انهن مان نڪري سگهن ٿيون.

ايران ۾ ويندڙ سنڌين پنهنجي ٻولي سميت قومن جي هنگامن ۾ وڃائي ڇڏي، پر ايران ۾ اڄ به جڳالي قديم سنڌين جي سنڌي ٻولي يادگاري ٿي. خود ايرن جيڪو پنهنجي وطن سنڌ کان وڇڙي جو "ژند" (جند) ڪتاب لکيو هو، اهو سنڌي هو. اهي سنڌي اثر دارا تائين رهيا. خود دارا وچ ايرن ۾ جيڪو ڪتبو لکرايو هو، ان ۾ سنڌي نمايان آهي. ان ڪتبي تي هي سٽون به لکيل آهن، "درياءَ اڪرم، وڻ جهاڙيم."

دارا جيڪو سڪندر اعظم جي سامهون ٿيو هو، ان جي ڏينهن ۾ به ايراني ٻولي سنڌي ٻولي کي ويجهي هئي.

خود بائيبل ۾ "هني مني ٽڪيل"

(دپاني دپاني ٻوليون، ڪلاسيڪل ٻوليون) - سنڌي جو اولڪل ماهر، سنڌي ٻولي پر دنيا جي مشهور ٻولين جي ماهر گرم صاحب جي اصول موجب، بنيادي عنصر .وجود آهن ۽ اها دنيا جـــي بنيادي ٻولين مان اول نمبر بنيادي ٻولي آهي.

خود هند آرياني زبان جنهن کي دنيا جا ٻولي عالم خاڪي طور پيش ڪن ٿا، اهي اهڃاڻ آريـــاني هندي زبان جا نه، پر قديم سنڌي زبان جا آهن: هي جملو: ”ڪـــل ٿئي تي“ (قديم هند آرياني) ”اوستا“ جنهن ۾ ”ژند“ (جند) ڪان پوءِ جي ايراني لکيل آهي، ان ۾ ٿيندو: ”خر ٿئي ٿي.“ اهو جملو سنڌيءَ جو جو جماڻ آهي، جنهن جو اڄ به اهو اچار آهـــي اڄ به اسان جا لاڙي ڀائر چوندا آهن ته: ”ڪل ٿئي تي“ معنيٰ ”خبر ٿئي ٿي:“

هند آرياني: ڪل ٿئي تي

اوستا: خر ٿئي تي.

سنڌي ڪل ٿئي تي

يـــا

ڪل ٿئي ٿي.

اسان جي قديم سنڌي، سهڻي سياجهـــڙي سنڌي، سدوري

سياڻي سنڌي، ملڪ ڦٽري هندي، موتين جي ماڻهن مان سينگيارئل سنڌي، آد جڳاد کان هلندڙ سنڌي منهنجيءَ ماءُ جي ٻوليءَ سنڌيءَ لاءِ، آرين جي پوڄارين لکيو ته، "سنڌي ٻولي پيداني سورن ۽ سمن جي ذهن ۾ ٿي."

حقيقت هيءَ آهي ته، انگريز ليکڪن تي آرين جا طرفدار اهو رنگ چاڙهي چڪا هئا ته، سنسڪرت اما ٻولي آهي جنهن جنهن مان ٻيون ٻوليون نڪتيون آهن. انهي روايت کي سامهون رکي "لنگئسٽڪ سروي جو ليکڪ اٺين جلد ۾ سنڌيءَ متعلق جو لکيو، ڀاڄي ڀيرو مل مهر چند اڏواڻي اهو "سنڌي ٻولي جي تاريخ" ۾ ترجمو ڪيو جنهن جو ڏنا حوالا ونندا، انهي عظيم ڪوڙ کي سڀ سچ سمجهندا رهيا.

هيڏي وڏي ڪوڙ تي منهن مٿو نه پئبو ته ٻيو وري ڇا ڪبو! سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ به آهي لکڻ جن صاحبن کي سنڌيءَ سان واڳ هجي— پنهنجي سنسڪرت، عربي يا ڪا ٻي ٻولي چمڪائي گهرن ۽ وڃاري سنڌي گهليو وڃيو سنسڪرت

يا عربيءَ ۾ٺيان پيهارين.... اهي ٻوليون ٻوءِ جون پيداوار آهن. پر،
پرسار هنن ڪري هاڻ اهي سڪ ٻوليون ٻيون ملڇن ٻن جو نالو
ني شو پيو ولڃي. جتي ڪٿي مثال انهن جو ٻيو ملي. اصليت
موٽ پئي ڪانئي. اهي حالتون ڏسي شاه چيو هو ته:

اگهيو ڪانو ڪچ، مانڪن موٽ ٿي،
پاڻ ڀانئي سچ، آڇيندي لڄ مران.
(شاه)

حقيقت هيءَ اهي ته، سنڌي ٻولي جيئن تمام قديم ترين آهي،
تيئن سندس ادبي تاريخ به قديم ترين هئي. ٻر سنڌ تي آرين ڪان
پوءِ هميشه ويل وهيا. سنڌين جا شهر بار بار ڊڙن ۾ تبديل ٿيا.
نتيجو هي نڪتو، جو سنڌين جي ادب ۽ تاريخ سنڌين واڳر
زماني جي لٽ ۾ لڙجي ويو. سچ هئي پاسي ٿيو ته، ڪوڙ پاڻ
کي سچ مڃائي، ان جي گادي تي ويهي رهيو.

اسان جو ادب تمام قديم آهي — سنڌي ٻولي جيڏو قديم
آهي. پر جيسين ان تان پردا لهن اوستائين، اسان کي جيڪو
ادبي سرمايو ملي ٿو، جيڪو سنڌي قديم ادبي تاريخ جي پڇاڙيءَ
جي ٻڌايا آهي. جنهن سان ني اسان پنهنجي تاريخ جي شروعات
ڪري رهيا آهيون، ان ڏانهن توجهه ڏيون ٿا.

# سنڌي ادب ۾ پيروز فقير جو مڪان

سنڌي ادبي تاريخ مسخ ٿيل آهي. انهيءَ جي ڀڃاڙيءَ جي جي بقايا مان اسان سنڌي ادب جي تاريخ مجبورن شروع ڪري رهيا آهيون. سنڌي ادب ۾ جيڪي حوالا يا نموناشعر اسان ادب جا مليا آهن، انهن جي ڪٿب هيٺ ڏجي ٿي.

(١) قرآن پاڪ جو سنڌيءَ ۾ ترجمون ٢٧٠هه—٨٨٢ع

(٢) سنڌيءَ ۾ گيتا جو ترجمون " " —١٠٦٠ع

(٣) پاڳو پان ٧٠٠هه — ١٣٠٠ع

(٤) مائي مرڪان شيخڻ .... .... .... ٧٣٥هه— ١٣٣٥ع

(٥) ماتنڪ نقير .... .... .... .... ٧٥٠ هه

(٦) شيخ حماد جمالي .... .... .... ٧٩٠ هه ١٣٨٨ع

[٧] پير صدرالدين .... .... .... ٨١٩.... هه ١٤١٠ع

[٨] سمڪ چارڻ

[٩] اسحاق لوهار .... .... .... .... ٩٠٣ هه ١٤٩٦ع

١٠ قاضي قادن ٩٥٨ هه ١٥٥١ع

١١ گرو نانڪ

١٢ سيد علي شيرازي ٩٨١ هه ١٥٦٧ع

| | | |
|---|---|---|
| ١٣ | مخدوم نوح | ٩٩٨ هـ ١٥٨٦ع |
| ١٤ | پير محمد لکنوي | ١٦٠٠ع |
| ١٥ | سيد سنگر سوي | ١٦١٢ع |
| ١٦ | شاه ڪريم بلڙائي | ١٠٣٢ هـ ١٦٢٢ع |
| ١٧ | ميون شاه عنات رضوي | ١٠٣٠ — ١٠٣٥هـ |
| ١٨ | شاه لطف الله قادري | ١٠٩٠ هـ |

انهيءَ کان پوءِ پيروز فقير جو نالو اهي ٿو جيسين اسان کي اسان جي ابتدائي ادبي لڙهي ملي، اوستائين، اسين اها پوناڏ واري اسٽ ٿي، شروعـــات ڪنـپ لـيکي، پيروز فقير کي مٿين بزرگن وانگر سنڌي ادب جو بنيادي شاعر مڃيون ٿا، اهي اوستائين سنڌي شاعري جا بنيادي پٿر ليکبا، جيستائين ڪ حقيقتان پردو لهي.

پيروز فقير جو ادبي مڪان في الحال بنيادي اديبن ۽ شاعرن مان ٿو، انهيءَ ڪري اڳهين جي هرهڪ ڳالهه ڏانهن توجهه ڏيڻ مناسب اهي

## پيروز فقير ڏي ٻين شاعرن جا اثرات

پيروز فقير کان اڳ، اسان کي جو ڪجهه معلوم ٿي سگهيو آهي، ان موجب بابا گوپان، مو ڪان شيخ، ماتنگ فقير،

شيخ حماد جمالي، پير صدرالدين، سمنگ چارڻ، اسحاق لوهار، قاضي قادن، گرو نانڪ، سيد علي شيرازي، مخدوم نوح، پير محمد لکوي، ميه سندر سوري؛ شاه عبدالڪريم بلڙائي؛ شاه عنات رضوي، لطف الله قادري ۽ ٻيا ڪيترا شاعر ٿي گذريا هئا، جن جو ڪلام پيروز فقير پڙهو سڻو هوندو. انهيءَ جا اثرات پيروز فقير جي ڪلام تي ضرور پيا هوندا.

شاه عنات رضوي، شاه ڪريم وانگر پيروز فقير جو هم عصر هو. شاه عنات جو هڪ بيت آهي؛

ڪمندائتا ميهوڙا، تون واهه لڳڙي وس
اٿي پهر عنات چئي، وسڻ ٻو وس
سورهن پهر سيد چئي رڙهي رمضائين رس
نئي وڏي نيهين ٻنا ٻڌندا پس
ڪو نه ڏٺين ڪس جو رهي اڪري رمضاني ڪو

هي بيت مئين شاه عنات رضوي ساماري وارن رمضائين تي ڪاوڙجي چيو هو انهيءَ پران پيو ٻه بيت فرمايو هنائين ته؛

ويندڙ وري آءُ ٿورل، اچـي واءُ لڳندي وس،
اسين پوڇون اوطاقـين، توں اچي رمضانڻ رس،
هڪڙيون ڇڏيندڙيون ڏانگهيون، ٻيون ڪٽنديون ٽس،
اهو نه ڏٺان گس، جان رڙهي رمضانئي نڪرن.

پيروز فقير ڪي ڪانهيريءَ جي لاشارڻ تڪليف ڏني ته هن هي چيو ته:

ڪانهيريءَ جي ڪڍن ۾، پار پڌندا پس.
جي هو چوڻي ٻس، ته به تون پـو وس.

اهو برسات وسائڻ ۽ نه بند ڪرڻ جي بد دعا ڏنهي ڪئي آهي ۽ نه رکو بد دعا ڪئي آهي پر تڪ به ساڳئي ڪم آندي آهي. ”وس“ قافئي جي پران ڏنا اهڙا قافيا ڏنهـي ڪم آندا آهن البت منهن شاه عنات اهڙي مضـــمون جو بيت ۵ ۽ ۴ سٽن جو ڏنو آهي، پر پيروز فقير رڳو ڏوهـــيڙو (دوهو) چئي، سمنڊ ڪي درياءَ ۾ بند ڪيو آهـي.

قاضي قادن جا بيت شاه عبدالڪريم وڏي ڇاه سان پڙهندو هو. بيان العارفين ۾ قاضي صاحب جا ۷ بيت اچي ويا آهـن. قاضي قادن جو هڪ بيت آهي ته:

”ڪنز قدوري ڪافيا، ڪي ڪين پڙهيوم،
سو ٻاڻي ڪو ٻيو جنهين پرين لڌوم.“

يا

ڪنز قدوري قافيا، جي پڙهي پروڙن سڀ،
ته ڪر سندي ماڪوڙي ڪوهه پئي ڪڇي اڀ.

هتي پڙهڻ ۽ ”پروڙڻ“ جي ڳالهه قاضي قادن ڪئي آهي. پيروز فقير انهيءَ ڳالهه کي اڳيان رکي چيو آهي ته:

پڙهي جن نه پروڙيو، ساءُ لڌو نه سٽ،
ويا ڪئين نر نراس ٿي، کڻي هٿندين هٿ،
”ڦليجا“ پيروز چئي، ڪج ڪلمن وڙنه ڪٽ
نوڙيون ڏيئي نٿ، اکيان جنهنکي ڏنيئي نه ڇٽي.

اها سمجهاڻي پيروز فقير ڪنهن پنهنجي ”ڦليجي“ دوست کي ڏني آهي. پيروز فقير به پڙهي نه پروڙڻ وارن کي ”نر نراس“ جي درجي تي ليکو آهي. ۽ قاضي صاحب به پڙهڻ ۽ پروڙڻ جي ڳالهه ڇوري آهي، انهن هن بزرگ پنهنجي اڳين وارن سگهڙن جا اثر جهٽيا آهن. قاضي صاحب جا اثرات سڌا سنوان شاه عبدالڪريم تي هئا، اهي اثرات پيروز فقير تي شاه عبدالڪريم

جي سنگت جي ڪري ٻيا ۽ هن قاضي صاحب جا الفاظ پنهنجي ڪلام لاءِ ڪنيا.

شاهه ڪريم جيتوڻيڪ پيروز فقير کان ننڍي وهيءَ جو هو، پر بزرگيءَ ۽ تصوف جي اعليٰ ڄاڻ ۽ علمي دنيا جي ڪري، پيروز کيس مرشد جي درجي تي ليکيندو هو.

"سهڻي" کي پيروز فقير ڳايو آهي ۽ شاهه ڪريم به ڳايو آهي. اڳيئي درياهه يا پڻهن درياهه پيروز فقير جي پران وهندو هو. جتو پير پيروز فقير جي ڳوٺ کان ۸-۱۰ ميل ڏکڻ طرف آرامي هو:

اڳي سهڻي ۽ چنڙي پير جا سوال جواب مشهور هئا. پيروز فقير پنهنجي ڪلام ۾ سهڻيءَ جا سوال ۽ جواب ڳايا اهن. هونئن شاهه ڪريم به سهڻيءَ کي ڳايو اهي؛ شاهه ڪريم فرمايو اهي ته:

گهوريءَ ٻي نه تات، ميهار ني من ۾،
جو ٻن ٻيني رات، هو سائر هوءَ سهڻي.

پروز فقير سهڻيءَ جا سوال جواب پنهنجي ڪلام ۾ ڪيا آهن. پيروز فقير چيو آهي تہ:

سچهي هاڻ جو سهڻي، هاري چلڻ هرس،
مٿي متي مهراڻ جو، ڏاڍو سچهي ڏس،
”پروز“ چئي پس، تور تڪو تار وهي.

پيروز فقير پنهنجي يا آڳڙيءَ درياءَ کي ”تور“ جي نالي سان ياد ڪيو آهي. هونئن ”محمد تور“ گنگڙي واه تي سومرن جو مشهور شهر هو، جو ٧٠٠ هہ ١٣٠٠ع ۾ سومرن ۽ علاؤالدين جي جهڙپ ۾ تباه ٿي ويو. مهراڻ درياءَ شايد محمد ”تور“ کان اچڻ ڪري، پروز فقير ان کي ’تور‘ ڪري لکيو آهي.

شاه لطف الله قادري پيروز فقير جو ساڻاڻي هو، پاڻ پنهنجي رسالي ۾ جيڪي جوهر ڏيکاريا اٿس، انهيءَ جي ڳالهه پري آهي. همراه پلا پلي جي دنگ تي ڳايو آهي، انهي جا ڪجهہ بيت اهڙا آهن، جن جا قافيا يا تڪيون آخر ۾ آهن:

ڪوڙا ڪئو رناءُ، اي فقير جوڙي ٻٽن،
تہ هوءَ سنڌيءَ واءِ سهاو، ٻجهن ابوجهن،
ٻاهنجي ٻولي ڪري، سکيائن اي سڪن،
”لطف الله“ چئي لئي ٻيو، ور سکن ۽ پڙهن.

ٻيا

جي ذات ڳڌي ذات کي، تہ لهي نہ سگهي ڪوءِ،
سو ني پاڻي ڪوهسرين، سو ني سمنڊين هوءِ،
سو ني وهي واهڙين، سو تي دريائين پوءِ،
آءُ سڙوني هڪڙو، جي ٻوڙي ڪوءِ.

اهڙا بيت، جن جا قافيا آخر ۾ آهن، پيروز فقير ۾ ڇيا آهن: مثلن

ڪجي ڳاڃيا هليو، جنهن جا ڳهوڙ وهيا گهاريون،
مولي ان کي مينهون ڏنيون کنديون ڪاريون،
سمي سونڌياري وارن جيون ڏيون ٻني ٻاريون،
پهون پيروز فقير جون، ويندڙيون ڪنهن نہ واريون،
پهون پيروز فقير جون پويون ڏڪيو چرن تاريون.

ٻيا

سمن سونڌياري وارن جو سلو نہ ڏٺي ساڻو
بڪي ڪي ڀهور ڀسي ڪڇي ڳل ڦاهو

منهن ۾ سڱداڻ پيو پوي نه رهيو ڳانو

سمان ۽ سونسڌياري وارا پهنو ۽ ڏانو

انهيءَ مان ظاهر آهي ته پيروز فقير پنهنجا بيت لطف الله قادريءَ وانگر چيا آهن ۽ پاڻ پنهنجي هم عصرن کان متاثر ٿيل هو.

## پيروز فقير جو ڪلام

پيروز فقير جا ڪل ١٥ بيت هٿ لڳا آهن. اهو خزانو روايتي پنڌار مان مليو آهي. اسان جا راوي خانمحمد مهري، محمود فقير، بجار فقير ۽ سالم نوتڙاڻي اهو روايتي خزانو ڏيندڙ آهن. ڏسڻ ۾ هيئن ٿو اچي ته پيروز فقير جو ڪلام وسري جو شڪار ٿيو آهي. سنڌس جيڪي بيت مليا آهن، انهن ۾ ٿاڪاڻا نظر اچن ٿا. ڪٿي ڪٿي [ ] ۾ پنهنجي طرفان الفاظ وجهي پيروز فقير جي بيتن مان ڪوٽ ڪي ڪيڻ جو سعيو به ڪيو ويو آهي. (ڏسو بيت نمبر ١١ ۽ ١٥) اسان پيروز فقير جي ڪلام لاءِ بنيادي راوي خانمحمد کي ليکيو آهي، اگر ان جي پڙهڻي ۾ شڪ پيو آهي ته هيٺاهين (حاشيه) ۾ اهڙو جتاءُ به ڏنو ويو آهي ۽ جي ٻين ڪنهن راوي جا لفظ بنيادي ليکي ڏنا ويا آهن ته حاشيه ۾ اهڙو اشارو ڏنو ويو آهي.

في لحاظ کان فقير جو ڪلام ڏوهڙن

(دوهـن)

+........، .........

+........،.........

(ڏسو بيت نمبر ۱۰ ۽ ۹)؛ ۽ بيتن [دوها ميلن

+........ ، .........

+........ ، .........

........+........

(ڏسو بيت نمبر ۱ کان ۸ تائين ۽ ۱۲،۱۳،۱۴، نمبر) ۽ سورٺاميلن

........ + ........

+................

........+........

ڏسو بيت نمبر ۳)] تي مشتمل آهي.

پيروز فقير جو ڪلام پنهنجي وقت کان هيلتائين ماڻهن جي
ات پئي رهيو آهي، اها مشهوري کيس مشهور ۽ نه فنا ٿيندڙ
اعرن ڏانهن وٺيو ٿي هلي.

---

• تـڪ جي جاءِ

پيروز فقير جي ڪلام جي بقا جو وڏو سبب آهي: ٺيٺ سنڌيءَ جو استعمال؛ ۽ اهڙن لفظن جو جڙاءُ آهي جي اڄ به ڀاڳ ڪن ڇوڏن يا اصطلاحن طور ماڻهن جي مُنهن تي آهن.

پيروز فقير جي ڪلام ۾ ڪيترا ڀاڳا، ڇوڏون ۽ اصطلاح اڄ عام جام استعمال ٿين پيا:

"هو چوني بس، ته به پيو وس"

ڪهي پاڪتي، مال مڙني رتي

مولا سينهن وسائي، ته ڪوڙ ڇنن ڪم ڪان.

يا

ڪنوانن لاءِ ڪاٺ گهڙانن.

مينهن ۾ مڏعاڙ پوڻ، پيلي ڪان ڏڦ ڪانڻ، ڀور پوڻ؛ ترڙاس ٿيڻ

پڙهي نه پروڙڻ ۽ ٻيا

پيروز فقير پنهنجي ڪلام ۾ نج سنڌي ٻولي ڪم آندي آهي ڪي ٿورا عربي لفظ ڪم آندا اٿس نه ته ٺيٺ سنڌي ٻولي، ڪي وسو ڪو نه ڇڏيو اٿس انهي نج سنڌي جي ڪري هيتري وقت گذرڻ ڪان پوءِ به پيروز فقير جو ڪلام روايت جي رستي اسان تائين پاڻ پيهي پهتو آهي اها سندس ڪلام جي حد درجي جي ڪاميابي جي نشاني آهي. هيڏن وقت جي پردن مان جو ڪلام نڪري اسان تائين پهتو آهي اهو لافاني ڪلام نه آهي ته پيو ڇا آهي!

"پيروز" فقير

جي

شاعريءَ متعلق

روايتون

پيروز فقير جو ڪلام، ڪنهن به قلمي نسخي تان نه مليو آهي، ڳولها جاري آهي، اميد ته، اهو ڀنڊار ڪڏهن نه ڪڏهن هٿ ڪو ڪاني، ظاهر ٿي پوندو. جيسين اهو خزانو ملي، تيسين روايتي سر جو ڪجهه مليو آهي، ان تي دارو مدار رکڻو پيو آهي: تيسين پڪو پورڙو آهي، جيسين رتو راس ٿئي. اصل شعر نيڻ ڪان اڳي روايتي ڳالهيون ڏيڻ مناسب سمجهي، پورين اهي روايتون پيش ڪريان ٿو، جن روايتن جي سهاري سان پيروز فقير جو ڪلام مليو آهي.

## جماڙي، سمان ۽ پيروز فقير

ڄجار ٽونڊاڻيءَ، رهندڙ ڏيهيءَ جي موري لڳ ڳولاڙهيءَ ماڻ رهاڻ ٿي، تنهن مون کي ٻڌايو ته: ”پيروز فقير سونڊباريءَ ۾ رهندو هو. هن جو لاڙو شاه ڪريم ڏانهن گهڻو هو. جمعي جمعي هو بلڙيءَ ڏانهن ڏاڪڻ تي چڙهيو ويندو هو ۽ شاه ڪريم جي زيارت به ڪندو هو ۽ نماز به ساڻس گڏ پڙهندو هو.

هڪ ڏينهن پيروز فقير جون ٻهون جماريون، سمن ۽ ٻن ٻچي ڀان ڪيون، هن بلڙي ڪان اچي جماري ۽ سمن کي اوڻيءَ

جو پلاند وڌو نه، مولکي پهون وراڻي ڏيو، پر انهن ڪهاڻ نه ڏنون. انهيءَ تان ڪنداوڙيجي فقير چيو ته:

ڄمارڪيءَ جهات جسو، واڙو نه ڳانو،
جيڪا پوڪون پوکي، تنهن مان اهين کاڄو،
ڪڪڙا لميا، روهه، ڪي، پٽن لڏو لاهو،
سمان ۽ سونڌاريءَ وارا، پٽنو ۽ ڳانو،
ڄور نه رهيو ڳانو، سيڻهن ۽ سڌمار پيو.

فقير جي پٽن کان متاثر ٿي، ڄمارين ۽ سمن فقير کي پٽ وارڻ جو چيو، پر پيٽ نه وارياتين. انهيءَ تان ڄماري، سمان سيد ن کي سڏ وٺي، شاه ڪريم وٽ ويا. شاه ڪريم کي عرض ڪيائون ته، "ڪرم ڪري، پوروڙ فقير کي چئو ته، پيٽ واري، هن اسان جو لکو لاهي ڇڏيو آهي" شاه ڪريم پاڄهارو انسان هو. انهيءَ جمعي تي فقير کي پيٽ وارڻ لاءِ چيو لاچار ٿي، فقير پيٽ واريو ۽ چيو ته:

گجي ڳاڄيا هليو، جنهن جا گهيڙ وڻيا ڳهلوپوڙ،
مولي ان کي سيڻهون ڏليون، تکيون ۽ ڪاڙيون،
سمي ۽ سونڌاري وارن جون ڳسون پٽي پٽي پاريون،

سنڌ ۾ سونهاري وارن جون ڏيون ڪونه وڃن ڪاريون
ڀون پيروز فقير جون ٻڪريون چرن ڪاريون،
ڀون پيروز فقير جون وڃنديون ڪٿهن نه واريون

پيروز فقير بيت واريو، ان ڪان پوءِ ڳاجيا واه جو پيهي رهيو هو، سو موج سان وهيو ۽ سمان ۾ سونڊباريءَ وارا سڪيا ٿيا“ هي روايت خانمحمد اگڙيءَ واري ۽ محمود فقير کان به اٿين ملي البت بيتن جي پڙهڻي ۾ ڪجهه فرق هو جيڪو ڪلام ڏيڻ وقت حاشيه ۾ ڏنو ويو آهي.

## ليلي ۽ پيروز فقير

اڳي انهيءَ سيم ۾ ليلي رهندا هئا. اگڙيءَ ۾ ليلي زوراور ليکبا هئا. انهن به فقير جي ٻڪرين ۽ اُٺڙين کي تڪليف ڏني هئي پيروز فقير جڏهن گهر آيو ته سندس پٽ گوهران کيس روئي چيو ته ليلين پنهنجي مال کي ترم ۾ هنيو آهي تڏهن پاڻ ڪاوڙجي چيائين ته:

ليلين لڏيو هٿ نه اڏو
وڃا ڇٽ پٽ ڇائي .

ليلين الڏيو، ڪنهن نہ سڏيو.

ان کان پوءِ ليلا کي خبر ڪيـڏانهن لـڏي ويا. سونڌياريءَ وارن کي ڪا بہ انهن جي ڪل ناهي. پر سمن ۽ چارين ٻمن وراڻي ورتو ۽ پنهنجو پنڌيان ڪو نہ پين، نہ تہ ڪر ليلين وانگر تباهہ ٿي وڃن ها.

## ليڪي ۽ پيروز فقير

ليڪي بہ ليلين وانگر اڳڙيءَ ۾ پـنهنجي هلندي ٻچندي وارا هنا. انهن فقير جي ڪنوانن (جڙ اٿن) ڪـي ڪاٺ ۾ وڌو هو اها ڳالهہ فقير کي ڪـو نہ آئيـڙي ۽ چيائين تہ:

جن ڪاٺ گهڙايا ڪنوانن لاءِ، سي چٽ ويا چمار،
جن نبيـريا هوڙا حـال؛ حـي ليکي لهوارا ٿيا.

فقير پنهنجو ڏنو تہ ليکي هاڻ هت نہ رهندا ۽ هايا ويندا نہ رڳو ايترو پر رزق جي کوٽ ٿي پوندي - ڪين رزق جـي تنگي لاءِ پنهنجي پيروز فقير سنڌن رب کـي بہ پنهو ڏنو ۽ فرمايو تہ:

جانهن جر چرائيو، جيت ويو چپ،
ليکي سندي رب پني ٿي پيروز چئي

هي روايت خانمحمد آگڙيءَ واري محمد عالم نونڏائي، محمود نونڏائي، بچار نونڏائي پڌائي.

## پيروز فقير ۽ برسات

مالوند ماڻهو، ملڪ مينهن تي. مينهن پوي ته سڀ انگورجن مال ۽ ماڻهو سک جو ساهه کڻن، نه ته رڃ ۽ سڃ مال بک مري ماڻهو ڏک ڏسن اڳي ته پنهل درياءَ وهيو ملڪ کي سکيو ستابو رکيو ويٺو هو، پر ان وقت انهي به انهي وسندي ڪان منهن مٽي پني پاسي ڪيو هو. ملڪ ۾ مند تي ملهاري ڪو نه ٿي. ڪرين جا ٻرات شروع ٿي ويا. اهو حال ڏسي ماڻهن فقير کي چيو ته، "برسات لاءِ ڌڻي در ٻاڏايو... ڪي چنڊون پون، نه ته، پکي بکئن، جيت جناور ۽ ماڻهو چيڙو اڄ مري ويندا...." اهو ٻڌي فقير رب جي در ٻاڏايو ۽ فرمايو ته:

گونگي ڇبو ڇوڙي ڪئي، اڄ ته ڏيون سٽ،
تون تڙ ٻڙيءَ تار ڪرين، اڄ پسايان پٽ،
لاهي چنڊون لٽ، پکن تان پيروز چئي.

خانمحمد ٻڌايو ته پوءِ ڇڳي موچاري سوچاري برسات پئي. سينهن ملڪ کي آسودو ڪيو ۽ ذرت ڏڪار لهي ويو. هي روايت محمود فقير ۽ خانمحمد ٻه ٻڌائي

پيروز فقير جي گونگي ۽ پوڙي برسات ملڪ کي رڱي ڇڏيو ۽ تڙ ترايون تار ٿي ويا ۽ ملڪ "بس" "بس" ڪرڻ لڳو، پر برسات گهڻو عرصو وسندي رهي ۽ ملڪ ۾ سڪار ۽ ساوڪ ٿي ويئي. ماڻهو خوش ٿيا ۽ مال تي رتي ٿي. ائين ڏڪاريو ڏيهه سڪاريو ماڻهو ٿيو.

هن بيت جي پي پڙهڻي اسان کي هيٺين ريت ملي: محمود نونڌي رهندڙ پنهنجو ڳوٺ لڳ جڪار جو دڙو، سان ۲٦-۱۲-۱۹٤٧ع شام جو ملاقات ٿي، هن ئي معلومات ڏيندي سان گڏ هي بيت هيٺين ريت پڙهيو:

گونگيءَ ڇڙو پوڙيءَ کي، آهُ نه ڏيون سٽ،
پکن تان پيروز ڇني، لاهي اپون لٽ،
تڙ مڙيئي تار ڪريون ۽ پسايون پٽ،

بزرگ محمود وڏيءَ وهيءَ وارو هو، سندس ياد ۾ ڪڪر
پنجي وبا هنا ڳالهه ڪي گهڻن گهڙين پويان گهوليو ٿي هت
ڪيائين- انهيءَ لحاظ کان ٻهريون ڏنل بيت، جو انهن ڀڳو ويو
سو عالم خان نونڊائي ۽ ٻين دوستن انهن ڀڳاڙ ۽ اهو اونش
مناسب سمجهي لکيو ويو- پر محمود نونڊائي به وسارڻ جهڙو بزرگ
ڪو نه آهي، ان جي روايت کان پاسو ڪو نه ڪيو ويو آهي.
خانمحمد مهريءَ انهيءَ بيت کي هيٺين پڙهيو

گونگيءَ چيو ٻوڙيءَ کي، آءُ ته ڏيون سٽ،
تون چنڊاڻين چنن کي، پريا پوڙا پٽ،
لاهي اڇون لٽ، پکن تان پيروز چئي.

## پيروز فقير ۽ اشارا

اڳڙيءَ ۾ هڪ سال برسات ته ڪو نه پئي، پر واءُ انهن
لٽ اهو ڪم ڪيو، جو ماڻهن کي لٽ ڪڪ ڪري وڌو نيٺ
ماڻهن هن جوڳيءَ کي چيو ته ڏٺي در ٻاڏائي ته لٽ لهي ۽ ته
جيئرو وڪ ٿي پيو آهي. اهو ٻڌي پيروز فقيرڏٺي کي ٻاڏائيندي چيو ته

عرض ڪيم الله کي ته واڪي جهل تون واءُ
ٿي ٿي که خلق تي ڪاڏي ڪولهي ساه

هـــرڻ پـــيـروز فقير جا، آ ڳا تون اکها
موائي مينهن وساءِ، تہ ڪوڙا ڇڻ ڪم ڪان.

هڪ ڏينهن پيروز فقيـــر مٿـون بيت الله کي عرض ڪيو،
جنهن ڏينهن ڪم مانگي پـاڻ ڪـــانهيريءَ جي لاشارين ۾ وجي
نڪتو. لاشارين فقير کي پڪڙي ويهاريو تہ "دعــا ڪر تہ مينهن
پوي نہ تہ، تو کي ڪو نہ ڇـــڏينداسون ويچارو فقير اچي ڦاٿو
پوءِ تہ ٻار ۽ ساڙهہ ماڻ ڇٽي ڏنائين تہ:

ڪـــانهيـــريءَ جـــي ڪپن ۾، ٻار ٻڌندا پس،
جي هـــو ڇـــوني بـــس، تہ ٻہ پـــيو وس."

پوءِ تہ ايڏي برسات پيئي، جنهن ٻوڙ ٻوڙان ڪري ڇڏي.
ڪانهيريءَ ڍنڍ پرجي ڦل ٿي ويئـــي. ملڪ ۾ ٻوڙ ٻوڙان ٿي
وئي، پر فقير برسات بند ڪـرڻ لاءِ عرض ڪو نہ ڪيو. پوءِ
جڏهن ڏاتار وسي خوش ٿيو، تـڏهن پنهنجي مهر جهلي ڇڏيائين.
هي ڳالهہ مونکي خان محمد پـڏائي.

## ٻار پيو ڪوري ۽ پيروز فقير

ٻار پيو ڪوري لوين ائين جووينجهار هو فقير پيروز نونڏائيءَ
پنهنجي لوئي اوئن لاءِ ٻار پيئي کي ڏني؛ انهي لوئي جي "ان"

همیشه وانگر ٻکريون چارينديۡ، ٻھون وارينديۡ پيروز فقير کئي هئو.

ٻار ٻنهي کوري اولاد کـان وانجهيل هو. کيس ڏينهڙون ليندبون هيون، اهي به مريو ويندبون هيون.

ڪنهن داناءُ ٻار ٻنهي کي چيو ته، فقير پيروز الله وارو بزرگ آهي. انهي تو کي لوني هميشه وانگر اوڻ لاءِ ڏني آهي. اهو وجهه اٿني. لوني جو پلاند، تنهن متار وڌي. جيسين هو تو لاءِ دعا نه ڪري هر حر دعا ڏاڍي در قبول اوس ٿيندي.

ٻار ٻنهي ٻوهه دل ڏئي فقير جي لوني اوڻي تيار ڪئي، پر پلاند اڏائي کان نه کـنيا ۽ هڪ به ڏينهن فقير کي رڃ گناه ٻنڌ به ڪـراياڻين.

آخر ٻار ٻنهي کوريءَ پـنهنجي من جي مدعا فقير اڳيان رکي، ۽ فقير چيو ته: "ٻار ٻوا، تو کي ڏاتار سڀ ڪجهه ڏيندو:
+ تند نه کڄ تاڄي مان تو کي جونکي وهيـو جيءَ

---

+ هي سٽ خانمحمد مهيريءَ ٻڌائي.

پسنڌ نه تنهنجا يار پيا، ڪا ن مونده ڏيءِ،
وڳ نه تو ڪسي والي ذنانءِ پشل پري پيءِ،
وڏ وهلو ڏيءِ، پنهنجي پيروز فقير جو.

يار پٺي ڪوري ڪي دعا ٿي، تنهن لوڻي اوڻ جو اجرو به ڪو نه ورتو ۽ لوڻي جو پلاند وڏي، فقير ڪي لوڻي ڏني پر هڪڙي فقير جهڙي ڳالهه ٿي. ڳالهه ٻي ڪو نه هئي، پر فقير پاڻهين ياڻ ڪي پئي، پاڻ تي تڪ واهي ويو هو. ٻچاڙيءَ واريءَ مٽ ۾ جو چيو هتائين ته:

"وڏ وهلو ڏيءِ، پاڻ پيروز فقير جو"

پلئه يا پانڌ ۾ زال مڙس سان ڳنڍبي آهي. شاديءَ ڪرڻ مهل زال ۽ مڙس جا پلاند ڳنڍيل هوندا آهن. اهي پلئه جيتري جڙوانگر ڳنڍيا پيا هوندا آهن. ور جو وني پلئه يا پانڌ هوندي آهي. هئي جو فقير يار پٺي ڪي چيو ته "وهلو ٿي، پيروز فقير جو پلاند وڏ"، سو هيڏنهن يار پٺي لوڻيءَ جا پلاند وڏيو، هوڏانهن پيروز فقير جي پلاند انڪيل پياري زال ساه ڇڏيو. اهڙي طرح هو پنهنجو ڪلام، پاڻ ڪي هٿي ويٺو ۽ پنهنجي گهر واري ڪلام تان وري ڇڏائين. هوئڻ پنهنجيءَ زال ڪي مارڻ لاءِ هن ڪو اهو ڪلام

سوڙهي سمجهي کو نه کيو هو، پر وات مان وائي لوڻي جي پڻ وڃڻ لاءِ نڪتي، ته هن قصي مان نه ٽڪي اچڻ ڪري، پنهنجي لج وارين لوين جا پلاند ڪنجي ويا ۽ پيروز فقير پنهنجي گهر وري، واري ويٺو.

محمود فقير نونڊائيءَ سونکي پڌابو ته، پار پيٺي کي پوءِ گهٽو اولاد ٿيو پر هڪ ڌيءَ ٿي هيس، اها جڏهن بنه پوڙهي ٿي، تڏهن به سندس سسي مان ساه نڪرى ٿي نه. پوءِ اسان جي ڪڙ مان ۽ نمبر پيروز ٿيو ان جڏهن پنهنجي لوڏي ان مائيءَ مٿان وڌي تڏهن وچي سندس ساه نڪتو. ائين پيروز فقير جي "منٿي" کي ڏٺي مان ڏنو هو، هي ڳالهه عالم خان نونڊائيءَ به ٻڌائي:

## شاه عنايت صوفي ۽ پيروز فقير

شاه عنايت صوفي، جڏهن تصوف جا ورق پورا ڪري اچي جهوڪ رهيو هو، تڏهن ڪراڙن صوفين ۽ خوامخواه دعوا رکندڙن کي ڳوليو وڃيو لهندو هو، انهن مان مناظرا ۽ مقابلا ڪندو هو، انهن مان هو لقاءَ پور واري گهوٽائي مان مقابلي ڪرڻ لاءِ ويو هو.

ڳھوٽاڻي چيس ته، تون اھل آھين، ٻھرين ڪلام ڪرڻ جو تو کي اختيار ڏيان ٿو. انھي تي شاھ عنات صوفي چيو ته:

ابيت تارو اڍ ربو، لفاءِ پر مٿان،
متر گز سمونڊ کي، سو سي ڪيڏيون ساھ،
ڳھوٽاڻي کي ڳھاءِ ٻھرين سان پورو ڪج.

شاھ عنات صوفي ڪلام سان ڳھوٽاڻي کي پورو ڪري ڇڏيو ۽ ڳھوٽاڻي جي ماءُ عنات صوفي کي چيو ته، ”منھنجي ٻچي کي ڪلام سان پورو ڪريو وڃين، پر پيروز فقير کان ٿيو وڃج..“ سائي کي سڌ ھئي ته، پيروز فقير ڪامل بزرگ آھي، سو ئي عنات صوفي سان پھچي سگھي ٿو. انھيءَ ڳالھ موجب پوءِ صوفي صاحب سڌو رخ اڳڙيءَ جي ڳوٺ طرف ڪيو، جتي پيروز فقير رھندو ھو.

آخر عنات صوفي، پيروز فقير جي ڳوٺ پھتو. پيروز فقير زمانه ديد انسان ھو. ھو ھال رلين ۽ ٻڪسجي لڳي پيو. عنات صوفي پڇا ڪري وٽس پھتو، جنھن جي ڄاڻ ھن کي روحاني

[illegible] رهي

۽ وڏهيل ڏاڍو، تڏهن فقير ڪسي ڇانئون ته، اٿي ڪلام ڪري سگهي نه ويهو.

اهو ٻڌي فقير چيو ته، "فقيرن جو ڪو شاهن سان مقابلو ٿيندو آهي؟ ڪري آءٌ رلين ۽ ڇپي ويٺو آهيان. آءٌ توهان سان سان ڪهڙو ڪلام ڪريان. منهنجي توهان اڳيان ست آهي."

اهو ٻڌي شاهه عنات صوفي چيو ته،

"ڪوريل اڳي هئين، هاڻ رهي ون نيو ڪمان چوڙي ڇڏيندو، پوءِ تنهنجو ڪلام ٻڌندو." پوءِ شاهه عنات صوفي، موٽي جهوڪ ويو. ۽ پيروز فقير ۽ شاهه عنات صوفي جو پاڻ ۾ مقابلو ٿي ڪونه سگهيو، چو ته پيروز مڙي ويو هو. "مڙيو سو جڙيو" اها چوڻي اسان وٽ مشهور آهي. پيروز فقير اڳيان اها چوڻي هئي. هي روايت محمود فقير ۽ خانمحمد جن ٻڌائي.

پيروز فقير جو ڪلام محمود نونڌاڻي، بجار نونڌاڻي، محمد عالم نونڌاڻي، خان محمد مهيري ۽ محمد موسيٰ جوڪئي کان ڌار ڌار پڙهڻين سان مليون. ڪن هڪ بيت سان ٻئي ٻيءِ ڪي ڳنڍي ٿي پڙهيو ته ڪن وري هڪ تڪ يا ٻه تڪون ٿي ٻڌايون. راوين کان ٻڌڻ جيئن مسليو آهي، اوئين ”پيروز فقير جي شاعريءَ متعلق روايتون“ مضمون ۾ ڏنيون اٿم. گهڻا بيت جن متعلق روايت نه ملي آهي، اهي ۽ روايتن وارا بيت مضمون جي لحاظ کان هيٺ ڏيان ٿو. پيروز فقير جو بيت ٿاهن آڪون ۾ ڏنون اٿم اختلافي پڙهڻيون هيٺاهين ۾ ڏنيون اٿم ۽ ڏکن لفظن جي معنيٰ ٻه حاشيه ۾ لکي اٿم. هنن بيتن جي بنيادي پڙهڻي خان محمد جي اختيار ڪئي ويئي آهي.

# 1

بجمارڪي جاٽ[1] جو، واھو[2] ڏڪو[3] ڪَاھو[4]
جيڪا پوئين پوڪ، تين[5] مان[6] آھين[7] ڪاھو
ھڪڙا لميا روھ ڪي، پيـن اڏو لاھو[8].

---

١ بجار: جاٽ. خانمحمد: ذات.
٢ بجار: واٿو.
٣ بجار: نہ.
٤ خانمحمد: ڪاھو.
٥ بجار: تنھن. خانمحمد: تن.
٦ بجار: مان.
٧ بجار: آٿين.
٨ خانمحمد: لايو. محمود: لاتو.

+ +

جمارڪي : جمارن جي.
جاٽ : ذات.
واھو : گذرندڙ وقت.
ڪاھو : خرزن جو اڌ، ٿورو.
لميا : ويا.
روھ : جبل.
لاھو : لھوارو روانو.

# 2

سمن سوندياريءَ وارن جو، سلو نہ ٿئي ساڳو،
ٻڳي کي ٻور پئي، ڪچڙيءَ ڳل ڦاهو،
ميڻهن ۾ مڏهاڙ پئي[1]، پور نہ رهي[2] ڪاڳو[3]،
سمان ۾ سونڌياريءَ وارا[4]، پنڌو ۾ ڪاڳو[5].

---

١ خانمحمد، عالم خان ۽ بحر خان: ٻور.

٢ " " " " : رهو.

٣ خانمحمد : ڪاهو.

محمود، ڳانو.

٤ محمد عالم: سمان سونڌياريءَ وارا.

٥ محمود فقير: پيو.

++

سلو ساڻو نہ ٿيءِ: آبادي نہ ٿين، اولاد نہ ٿئي.

ٻور: چتڪاٽي.

ڦاهو: ڦاسي.

مڏهاڙ: مال جي بيماري.

## ڳ

ڳجهي ڳاجهيا هليو[1]، جنهن جا ڳهيڙ وهيا ڳهاريون،
سمي ۽[2] سونڌياري ڄوارن جون، ڌيون ٻني ٻلي ٻاريون،
سئيدن سونهاري وارن[3] جون، ڌيون خوب[4] وسن ڪاريون
مولي ان کي مينهون ڏنيون، ڪنڍيون ۽ ڪاريون،
ٻهون پيروز فقير جون، وينديون ڪنهن ڏواريون،
پهون پيروز فقير جون، پوئيون ڏکيو چرن ناريون.

---

١- بجار نونڌاڻي: گجي گاجيا هليو.
محمد عالم: گاجيا گجي هليو.
٢- محمد عالم: سمن. بجار: سمي ۽
٣- بجار: سئيدن ڪنڌاين جون.
محمد عالم: سئيدن سونهاري وارن جون.
٤- بجار: ڪونب. عالم خوب.

+ +

ٻني ٻني ٻاريون ٿين: هر هنڌ آسادي ٿيو.
ڪاريون: ان رنگ جون جانور.
ڏکيو: ترسيو.
ٻهون: ٻڪريون.

## 41

ڄاڻيو ڄر ڄراڻيو، چيٽ ويو چپ
ليکين[1] سنڌيءَ رب پڻي ٿي "پيروز" چئي.

۱- خانمحمد: ليکيءَ.
محمود فقير: ليکين.

++

ڄر : باهه، لوس.
ڄراڻيو : ٻاريو، لوسيو.
ليکيز: سمات قوم.
چپ: مال پيلي چڏيو.
رب پڻي ٿيڻ: گهڻو غريب ٿيڻ.

# 5

# جن ڪاٺ گهڙيا ڪنوارن لاءِ سي چٽويا چمار
# جن نبيريا هڙا حال سي ليکي لهوارا ٿيا.

، هن ذوهيڙي جو اکياو راوي، خان محمد مهري رهيو.

++

ڪنوارن لاءِ ڪاٺ گهڙائن؛ مال لاءِ نرم ٿاهن.
چٽ جي چمار وڃن؛ بي وقوفيءَ جهڙا ڪم ڪرن؛
نبيريا ؛ گذاريا.
لهوارا ٿيڻ؛ روانا ٿيڻ.

٦

لیلین لڏیو کنهن نہ سنڌیو
لیلین لڏیو هت نہ اڏیو +

ویا چٽ پٽ چاڪي

---

١ بهار نوناالـــــي،

+ خانمحمد مهيري.

نوٽ: خانمحمد هيءَ نوهڙو هينئن ٻي پڙهيو؛

لیلین لـڏیو، هت نہ اڏیو،

ويـــا چـــٽ پــٽ چاڻي.

سندس اها پڙهڻي اڻ پوري لڳي رهي آهي.

++

ليلي ؛ سنڌ جـي سماٽ قوم.

ڪنهن نہ سڌڻ : ڪنهن ڪـي بہ سڌ نہ ڏني.

چٽ پٽ : جهٽ پٽ.

چاڻي : ڪڍي.

# 7

تندن ۾ ڪڍج تاڃي ماڻ، ڏوکي جونڪي وهيو جي[1]
پٽ ته تنهنجا ڀار ڀيا، ڪان مرندءِ ڏي،
وڳ ته توکي والي ڏنان، پشم پيري پي،
وڍ وهلو ڏي[2]، پلئه پيروز فقير جو.

---

١ ڀهرين سٽ کان سواءِ باقي بيت محمود فقير جي پڙهڻي موجب آهي. ڀهرين سٽ خان محمد جي ٻڌايل آهي.

٢ محمد موسيٰ جوکئي ٻڌايو ته، "سون کنهن راويءَ کان "ڏي" ٻڌو هو. هونئن سڀني راوين "ني" جي جاءِ تي "ڏي" لفظ ڏيئي پڙهيو.

++

تند: ڌاڳو.

تاڃو: اوڇو.

جونڪي: ذوق مان.

وڳ: مال جا ڌڻ.

والي: الڪ.

پشم: پشم.

پلئه وڍ: نينهن نوڙن ڀارا وارا سارڻ



عرض ڪيم الاه کي (تہ) واکي جهاج[1] واء،
پئي کيه خلق تي، ڪاڏي کوڏهي ساء[2]،
عرض پيروز فقير جو، آگا ڏون اگهاء[3]،
سوالي سيڌهن وساء ڏہ ڪوڙا چڱن ڪم ڏان.

---

۱ محمود: جهاج خان محمد: جهل'

۲ محمود: ساهم خان محمد: ساء.

۳ محمود: اگهاء' خان محمد: اگهاء

++

واکي: سگهه سان

جهاج: روڪج.

کيه: مٽي.

ساء: مزو.

اگ: الک.

اگهاء. قبول ڪر.

خلق تي کيہ پون: مٽي جا طوفان اٿن.

ڪاڏي ساه نہ هئن: ڪاڏي سان مزو نہ اهن.

## ۹

کانہٕرِی جی کپن [1] بار بڈندا پس [2]؛
ہو چونی "بس" [3]؛ تہ ہہ پہو وس،

---

١ محمود: کنن۔
٢ " " ": ڈس
٣ " " ": نہ وس،

+ +

کانہٕرِی: یِنِڈ جو نالو۔
پس: ڈس۔
بس بس کرن: انکار کرن۔

# ٥١

پاپ نہ رهي رتي "شخا من جتي"
کهي جا کتي مال مڙئي رتي. +

+ محمود فقير: عالم نونڏائي هن ڏوهيڙي کي هيئنئن رهت ٿي پڙهيو:

"شخامن جتي،" ٻاپ نه رهي رتي،
کهي جا کتي، مال مڙئي رتي.

++

ٻاپ؛ خراب ڪم.
رتي؛ تمام ٿورو.
کهي؛ کسيل، ٺڪل.
کتي؛ کپيل، پوري ٿيل.
رتي؛ ڳاڙهو ولنڊڙ:

# 11

پيروز:

سنجهي هلڻ جو سهڻي، هاري چڙهه هرس،
مئي متي مهراڻ جو، ڏاڍو سجهي ڏس،
کو نه لڳندءِ [کڏهين] واهڙسان [کو] وس،
پيروز چئي پس، ”نور“ نکو ٿار وهي.

---

سنجهي: سويل.

هاري: هارائيندڙ.

مئي متي: پريل.

مهراڻ: سنڌو ندي.

نور: محمد نور کان اينڌڙ دريا.

ٿار: پرپور.

سهڻي:

پس ”پيروز“ پروڙ، ويڙ آڇ م وڃا؛
اُمر الاه کان، پڇي ڪين ڇڏيان،
تڙم [تي] تڳان، ڪاڻ ڪٿان ڪنهن جي ميهار مان،

---

پس: ڏس

ويڙ: نه وڻندڙ الفاظ.

آڇ: ڏي.

م: نه

امر: حڪم.

تڳان: گذاريان.

ويڙ آڇڻ: نه وڻندڙ الفاظ چوڻ.

تڙ م تڳڻ، تڙ تي زندگي گهارڻ.

امر کان پڇي ڇڏڻ، حڪم کان اڳو ٿيڻ

تڙ م تڳڻ، تڙ تي حياتي گذارڻ.

# 13

پيروز:

محبتن جي "ميهري" چئي؛ جڏهن لڳو وئي لهه؛
ٻاڙي ساڻ پيروز چئي؛ سور مڙيئي سهه
پيلي کان پيءُ ڪڏهن نيندءِ ڪن م

---

ميهري: مهر جبل جو رهاڪو، اصل ذات جو لاشاري. پيروز فقير
پاڻ کي "ميهري" ڪري سڏيو آهي.

لهه: لنئون، محبت.

پيلي: ڪچي دلي.

پيءُ: ڏپ

ڪن م نيو: ختم ڪرڻ.

لهه لڳڻ: محبت ٿيڻ.

سور سهڻ: تڪليفون قبول ڪرڻ.

پياي کان پؤ کانئڻ، ڪچي [دلي] کان ڏڄڻ.

ڪن م نيڻ: خاتمون ڪرڻ؛

# 14

سهڻي!

پيلوڙي پيلو + مون کي داڻ ڏتاريو
ڏسي ڇٽ ڪنيار جو منهن جي روح ڏنو ريلو
واهڙ ٿي ويلو تہ— ڪيچواڪاري پار ڪري.

---

+ پيلوڙي پيلو، پڻ پيلو (خان محمد)
— مون

++

داڻ: ڏيک.
ڏتاريو: ڏيکيو.
ڇٽ: نقش.
روح ريلو ڏيڻ: وڏي وڃڻ، پيار ٿيڻ.
داڻ ڏتارڻ: نقش تي پلجڻ.
ڪنيار جو ڇٽ ڏسي پلجڻ، دنيا ڏسي ننهلجڻ.

١١٦

پيروز فقير:

تڙ تڪڙ [ٻڙ] تان، تڙ نہ پسين [سهڻي] [1]،
ٻاڙي جي پيروزچئي، توڪي هيهت ڪندي ديران
اٺهي غوراب ڪميڻ ورق ڪيا آون حجت
چڪبج [2] ڪان،
ميان مهربان، چڪي پڙه چڪڻ مان.

---

١ تڙ تڪڙ تڙ نہ پسي تان.

٢ چڪ.

+ +

تڙ: ٻاڙيءَ ماهہ اڪرن جي جاءِ؛

چڪي: لاچار.

چڪڻ: ڏکيو هئڻ.

چڪي چڪڻ مان ماڳهون: مجبور ڏکئي رستي مان گذارڻ.

تڙ نہ پسڻ: صحيح راهہ نہ ڏسڻ

پڙهي جن نہ پروڙيو، ساءُ لڌو نہ سٽ،
ويا نر[1] نراس ٿي، ڳوڙها هڻندين هٽ،
پليجا! پيروز ٿئي، ڪج ڪلمي وير نہ ڪٽ،
ذوڙيون ذيئي دٽا، گيان چنگهون ڏنئي نہ چٽ[2]

---

١ محمود: ويا ڪئين نر نراس ٿي.
٢ محمود ۽ خان محمد: چٽ.
پڙهي نہ پروڙڻ: پڙهي علم تي عمل نہ ڪرڻ.
نر نراس ٿيڻ: وڃڻ جو ناڪامياب ٿيڻ.
هٽ هڻڻ: پڇتائڻ.
سٽ ساءُ نہ لهڻ: دوستن کي مزو نہ اچڻ.
ڪلمين وير ڪٽ نہ ڪرڻ: مرڻ مهل رنا نہ رڻڻ؛
نٽ ۽ ذوڙيون ذيڻ. ڦاسائڻ
چنگهون چٽ ۽ ذيڻ: لنگهڻ، ڦاسائڻ.

---

ڇپيندڙ: ”بدين پريس“ بدين سنڌ
ڇپائيندڙ: شمس الدين ميمڻ، صدر لاڙ ادبي سوسائٽي ماربجا مارڪيٽ بدين سنڌ

# محمد سومار شيخ جا لکيل ۽ ترتيب ڏنل ڪتاب

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| ١ | اڻي راتِ | افسانا | ١٩٥٦ع | ١—٠—٠ |
| ٢ | سر مارئي | شعر | " " | ،—١٠—٠ |
| ٣ | تاريخ شعراء لاڙ | ادبي تاريخ | " " | —١٢—٠ |
| ٤ | گوگو چوهاڻ | ڊرامون | " " | ٠—٦— |
| ٥ | مناجات 'ساقي' | شعر | " " | ٠—٥— |
| ٦ | پرڏيهين ڏانهن | " | " " | —١٠—٠ |
| ٧ | چگو ۽ مدو | ڊرامون | ١٩٥٧ع | ١—٠— |
| ٨ | شاه جا ڪم تيل بيت | شعر | " " | ١—٠— |
| ٩ | ڪليات فاروقي حصو اول | " | ١٩٥٨ع | ١—٨— |
| ١٠ | نوراني جاسوس | ڊراما | " " | -٨-٠ |
| ١١ | هڪ ندي ٻه ڪنارا | متفرقه | " " | ٪— |
| ١٢ | چوليون | افسانا | ١٩٦٠ع | -٦-٠ |
| ١٣ | ڪپرو چور | لوڪادب | ١٩٦٨ع | ٠--٢٥ |
| ١٤ | شاه ذوالعج | تاريخ | " " | ٠—٢٥ |
| ١٥ | بو علي قلندر | سوانح | ١٩٦٩ع | ٠—٥٠ |
| ١٦ | پير شاه قادري | " | " " | ١-٠ |
| ١٧ | قلم وهي وٻو ڪانهن | تنقيد | " " | ١-٠٠ |
| ١٨ | سنڌي آوازن جا تهادلا | ٻولي | " " | ١-٠٠ |




نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس


اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990 ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021 ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022 ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

